# آءُ ڪانگا ڪر ڳالھ

(فقير دريا خان ڪنڊڙيءَ واري جو ڪلام)

سهيڙيندڙ: نياز همايوني



سنڌي ادبي بورڊ

# آءُ ڪانگا ڪر ڳالھ

(فقير دريا خان ڪنڊڙيءَ واري جو ڪلام)


سھيڙيندڙ:

نياز ھمايوني





سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو سنڌ

2007ع

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | سال 1992ع | تعداد هڪ هزار |
| ڇاپو ٻيو | مئي 2007ع | تعداد هڪ هزار |

قيمت: هڪ سؤ ڏهه رپيا
[Price Rs. 110-00]

خريداريءَ لاءِ رابطو:
**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022_2633679, Fax: 022_2771602)
Email Address: sindhiab@yahoo.com
Website: www.sindhiab.com

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ اعجاز احمد منگي، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي پڌرو ڪيو.

ڪنڊڙي پورو ڏام هـــي، جيڪوئي ليوي نام،
جيٺ دولهہ دريا خان بسي، سيئي ساري ڪام.

روحل فقير

پگت ڪنور جي نالي

پيجل پولي ڪينڪي، تندون تنوارين.

"نياز"

# ڇپائيندڙ پاران

سنڌ جي شاعرن مان، ڪنڌڙيءَ (تعلقي روهڙي) جي درويش شاعرن جا نالا خصوصيت سان وٺڻ جي لائق آهن. هنن عظيم شاعرن جو سرچشمو ۽ مقتدا صوفي فقير "روحل" آهي، جنهن جي پرڪيف ميخاني جو فيض پيڙهين کان جاري رهندو آيو آهي.

فقير دريا خان جي ڪلام ۾ صوفيءَ جي لاءِ هڪ مفصل پروگرام موجود آهي، سندس ڪلام ۾ ڪوبہ مبالغو يا اهڙي ڳالهہ موجود ڪانہ آهي، جنهن کي صوفي شطحيات سڏين ٿا. شطحيات منجهان مقصد آهي، اُهي ڳالهيون جي شرع سان تضاد ۾ اچن.

فقير دريا خان جي ڪلام ۾ جو سوز و گداز رس ۽ ڪمال آهي، ان کي ڏسي تعجب ٿو ٿئي، تہ سنڌ جي اندر ڪهڙا ڪهڙا نہ صاحب ذوق ۽ صاحب رهنما ٿي گذريا آهن.

هن ڪتاب ۾ خاص ڪري "ڪافي" جي صنف تي پرپور ڪلام آيل آهي، جنهن ۾ سنڌي ۽ هنديءَ ۾ ڪافيون، دوها، پيچن، شبد ۽ وائي چيل آهن.

بهرحال هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي ڪلاسيڪل صوفي شاعر فقير دريا خان جي ڪلام تي مشتمل آهي، جيڪو ڪيترن ڪشالن ڪاڻ کان پوءِ سنڌ جي سُريلي شاعر نياز همايوني (مرحوم) هٿ ڪري ترتيب ڏنو جنهن جو پهريون ڇاپو سال 1992ع ۾ بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو. جيڪو خيرن سان مارڪيٽ مان ختم ٿي ويو ۽ پڙهندڙ حضرات جي اصرار کي نظر ۾ رکندي هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو نئين اهتمام سان ڇپي پڌرو ڪيو ويو آهي.

اميد ٿي ڪجي تہ هيءُ ڇاپو گذريل ڇاپي وانگر پنهنجي مقبوليت ماڻيندو ۽ خاص طور تي سنڌي ادب جا شاگرد هن ڪتاب مان استفادو حاصل ڪندا.

ڄام شورو سنڌ
سومر 4- جمادي الاول ١۴٢٨هہ
بمطابق 21- مئي 2007ع

**اعجاز احمد منگي**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

هن گهراڻي جي گادي ڌڻي فقيرن جو تذڪرو هيٺئين سلسلي سان درگاهہ جي هڪ عقيدتمند ڀائي جيوڻ داس شڪارپوري نظم ۾ ڪيو آهي.

روحل رام اوتار ڪنڊڙي آهي پريم منڊلي،
شاهو سائين ڀيد ٻڌايو غلام علي گلزار
درس دريا خان دولهہ آهي، نظر علي نروار
روحل ٻيو رمزن وارو محمد حسن موچار
غلام علي ٻيو ڀڳن ٻالڪ، صورت وند سردار
سائين فيض علي فيض وارو جو آهي صاحب دستار
خاص خليفو سائين سياڳو جنهن کي ذات ڏني ڏاتار
جهڙي ڪاشي تهڙي ڪنڊڙي، وٿ نہ ڀانيان وار
جيوڻ آکي آهيان ٻندو ستگر تو آڌار*.

---

* ڪنڊڙي وارن جو ڪلام مرحوم لطف الله بدوي ص 25_1964ع.

## وڏن فقيرن جي ولادت ۽ وفات جي تاريخ وار ترتيب

| | ولادت | وفات |
|---|---|---|
| 1. روحل فقير | 1734 | 1804ع |
| 2. مراد فقير | 1743 | 1796ع |
| 3. شاهو فقير | 1748 | 1815ع |
| 4. غلام علي فقير | 1755 | 1839ع |
| 5. خدا بخش فقير | | 1843ع |
| 6. دريا خان فقير | 1765 | 1853ع |
| 7. صوفي جلال فقير تالپور | 1806 | 1921ع |
| 8. دريا خان ڪلهوڙو | | 1891ع |



فقير محمد حسن

فقير مراد صوفي

فقير دريا خان صوفي

روحل فقير صوفي

(تصوير ماهوار نئين زندگي جي ٿورن سان)

## وفات وقت فقير سائين جو چيل بيت

هي حيران سهڻي يار ڪيتا،
گهر ٻار اسانون ڀُل ڳئي.

سانون يار دي حسن حيران ڪيتا،
ڪم ڪار اساڏي رُل ڳئي.

جيڪي ڦٽ فراق والي هئي،
سي تہ چُلدي چُلدي چُل ڳئي.

جيڪي عاشقان دي نندا ڪرن،
اهي راڄ رقيبان دي رُل ڳئي.

هادي يار مليا مطلب ٿئي،
تاڙيان تاڪ اندر دي کُل ڳئي.

"درياخان"ٻُڪي هڻ يار دي پيوسي،
اِهي هوڪي اساڏي هُل ڳئي.

❊

[جيئن بيت پورو ٿيو تہ پاڻ دم ڏنائين]

## ڪنڊڙيءَ جي فقيرن جو شجرو "الف"

(1) روحل فقير ذات زنگيجو 'بلوچ' پاڙو شاهاڻي




* شجرو ايندڙ صفحي تي.

## کنڌڙيءَ جي فقيرن جو شجرو "ب"

(2) خدا بخش فقير ولد روحل فقير (ٽيون نمبر فرزند)



(1) مراد فقير ذات زنگيجو (بلوچ) پاڙو پرڪاٽي






* هن شجري جو مرتب.

# فهرست

## سرائڪي ڪلام

## هندي ڪلام

❊

# جي تون پنهنجو پاڻ سڃاڻين

ابن عربي، عشق جي اسرار جو اظهار ڪندي چوي ٿو: منهنجي دل هر صورت جو مسڪن بڻجي چڪي آهي، اِها عيسائي راهبن لاءِ خانگاهہ، بت پرستن واسطي مندر تہ اسلام وارن لاءِ ڪعبي جي حيثيت رکي ٿي. آءٌ عشق جي مذهب جو پوئلڳ آهيان ۽ انهيءَ ئي پاسي هلندو رهان ٿو جنهن پاسي ان جو قافلو مون کي وٺي وڃي ٿو.

عشق دراصل جسم ۽ روح جي انهيءَ پاڪيزگي ۽ پرهيزگاريءَ کي چيو وڃي ٿو جنهن جي مهابي انسان جي دل آرسيءَ جئان اَڇي اُجري ٿي ويندي آهي، اها ئي دل بنان ڪنهن شڪ شبهي جي آخري الاهي جلال ۽ جمال جو مظهر ٿي بڻجي، جنهن ۾ جهاتي پائڻ سان هر ڪنهن کي حقيقي محبوب جي جهلڪ نصيب ٿئي ٿي. صوفي جڏهن مرشد جي رهنمائي ۾ پنهنجي اندر جي سُجهاتي سان مجاز جامر حلاطيءِ ڪري حقيقت جي منزل تي پهچي ٿو تہ عرفان ذريعي اهو مقصد حاصل ڪري ٿو جنهن لاءِ انسان ازل کان آرزومند رهندو ٿو اچي، ان کان پوءِ هو ابن عربي وانگي سراپا عشق بڻجي پوي ٿو ۽ سندس دل هر مظهر جو مسڪن ٿي وڃي ٿي.

تصوف خدا جي عشق ۾ غرق ٿي خلق جي امن خوشحالي جي تقاضا سان گڏ اتحاد، عافيت ۽ اطمينان لاءِ تحرڪ ۾ اچڻ جي تلقين ۽ تبليغ ڪري ٿو دنياداري جا هٽرادو پيدا ڪيل ويڇا، جيڪي انسان کي انسان جي ويري بڻائي حيات ۽ ڪائنات ۾ فساد جو ڪارڻ بڻجن ٿا، تن جي خاتمي لاءِ 3 صوفي لوڪ صدين کان تحريڪ هلائيندا پيا اچن، جنهن جو پتو تصوف جي تاريخي پس منظر مان پوي ٿو.

تصوف جي ابتدا جنهن عجيب انداز ۾ ٿي آهي تنهن بابت چيو وڃي ٿو تہ قديم يونان ۾ فيثاغورس (500 ق.م) اشراق نالي تصوف ۾ آغاز

ڪيو. هي فلسفي عارفاڻي مسلڪ جو مبلغ هو. هُئي پاسي اشراق جي معنيٰ روشن ٿيڻ ۽ روشني ڏيڻ آهي انهيءَ نسبت سان اشراقي يا اشراقين، فلسفين جي انهيءَ گروهه کي سڏيو ويجي ٿو جنهن گهٽي رياض (مراقبي ۽ مڪاشفي) جي ذريعي ايتري قدر دل جي روشني ۽ باطن جي صفائي حاصل ڪئي هجي، جو ڪين ڪنهن به مسئلي لاءِ هڪ ٻئي ڏانهن رجوع ٿيڻ جي ضرورت درپيش نه اچي.

هن گروهه جي فلسفي ۾ سڀ کان اهم فڪر اهوئي هو ته ازل کان عشق جو لاڳاپو حسن ازل سان رهندو اچي ٿو جڏهن به ڪو شخص هن دنيا ۾ ڪنهن حسين شيءِ کي ڏسي ٿو ته سندس ذهن ۾ حسن ازل جي حصول جي تمنا اڀري اچي ٿي، ان لاءِ انهي حسين شيءِ جوحسن حقيقت ۾ حسن ازل جو عڪس هوندو آهي. فيثاغورسين (اشراقين) جي خيال ۾ حسن ازل جو عرفان باطني نور يا اشراق جي وسيلي ملي سگهي ٿو.

اڳتي هلي انهيءَ فڪر جي وضاحت هن ريت ڪرڻ ۾ آئي ته حيات ۽ ڪائنات جون سموريون شيون حسن مطلق يا حسن ازل ڏانهن چرپر ڪنديون رهن ٿيون ۽ عشق به انهيءَ ئي چرپر يا تحرڪ، ڇڪ يا ڪشش جو نالو آهي. حسن جتي به هجي حسن ازل جو پرتو (اُولڙو) ۽ عشق جو متقاضي (آسائتو) رهي ٿو.

افلاطون (427 ق.م) انهيءَ ڇڪ يا ڪشش جو اصل ڪارڻ ٻڌائيندي فيثا غورسين جي تائيد ۾ چوي ٿو: ارواح، مادي عالم ۾ اچڻ کان اڳ پنهنجن پنهنجن ستارن ۾ مقيم هئا، جڏهن مٿن مادي عالم جي ڪشش غلبو ڪيو ته هو جسم جو قيد قبولڻ لاءِ مجبور ٿي پيا. پوءِ اهي ئي ارواح انهيءَ قيد مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وري ڀيهر پنهنجي اصل مسڪن ڏانهن ورڻ لاءِ بيقرار ٿيڻ لڳا، انهيءَ لاءِ ته هنن کي هتي اچي حقيقت ۽ مجاز جي پروڙ پئجي چڪي هئي. شاهه لطيف چوائي:

دلبو منجهه درياهه، پسي پکي آئيا،
ويچارا ويساهه، آئي ات اڙائيا.

هي وحدت الوجود واري فلسفي جي ابتدائي نوعيت هئي جنهن ۾ انسان حسن ۽ حق جي جستجو ۽ حصول خاطر جنون جي حد تائين نڪري نروار ٿئي ٿو اهوئي جنون هن کي عاشق صادق جو درجو عطا ڪري ٿو. اهو عاشق جنهن جو عشق خدا ۽ خلق جي وچ ۾ هڪ ناتي جو ڪم ڏيندڙ آهي اهوئي ناتو انسانذات کي ان الاهي صفات سان همڪنار ڪري ٿو جنهن جي طفيل امن، خوشحالي، اتحاد، عافيت ۽ اطمينان لاءِ راهون کلي پون ٿيون.

اها ڳالهہ خاص ڪري ڌيان ۾ رکڻ جهڙي آهي تہ فلسفو صرف سوچن جي مجموعي جو نالو ناهي جنهن تي فقط يقين ۽ اعتقاد رکيو وڃي، بلڪ هي هڪڙي قسم جو اصول آهي جنهن تي ڪاربند ٿيڻ سان ئي انسان کي صحيح نموني زندگي گذارڻي پوي ٿي.

تصوف هڪ اهڙو علم آهي جيڪو دل جي باطني حال سان تعلق رکندڙ احڪامن جي پوئواري ڪرائي ٿو. گويا هي دل جي رياض ۽ نفس جي مجاهدي جو علم آهي جنهن مان انسان کي وڏو مشاهدو حاصل ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح هي نہ رڳو علم پر عمل بہ آهي بلڪ هن کي ٻنهي جو مجموعو چئجي تہ وڌيڪ مناسب ٿيندو. علم ان لاءِ جو هن جو وسيلي انسان نفس جي مصيبتن کان واقف ٿئي ٿو ۽ عمل انڪري جو انهيءَ علم کي عملي جامو پهرائڻ سان هڪ نئون علم حاصل ٿئي ٿو. جنهن کي صوفي معرفت يا عرفان ڪوٺين ٿا. مقصد هي تہ تصوف انساني نفس کي مهذب بنائڻ جو علم آهي جنهن کي مذمت ڪيل (نديل) اخلاق کان پاڪ صاف ڪري ساراهيل اخلاق سان سنوارڻ جو عمل چئي سگهجي ٿو. صوفي جڏهن پنهنجي عمل جي انتها تي پهچي ٿي تہ پوءِ صحيح نموني انسان ذات جي رهنمائي ڪرڻ لائق ٿئي ٿو ۽ بني نوع انسان جي اخلاق جي اصلاح جو فرض پوريءَ ريت سرانجام ڏيڻ جهڙو ٿئي ٿو.

افلاطون کان پوءِ فلاطينوس (205- 270 ق.م) افلاطون جي فلسفي کي زندگيءَ جي زنده انداز جي صورت ۾ نئين سر نروار ڪيو. جنهن ۾

تفڪر ۽ استغراق کان علاوه نفس جي پاڪيزگي ۽ باطن جي صفائيءَ کي بنيادي حيثيت ڏني وئي. ان باري ۾ هي ارسطو (384- 322 ق.م) کان بہ اڳتي وڌي ويو چو تہ فلاطينوس اهل صفا جي ارتقائي مدارج جو قائل هو. سندس خيال ۾ انسان جيڪڏهن چاهي تہ انهيءَ ئي سرچشمي کان اڳيرو ٿي اصل تائين رسائي ڪري سگهي ٿو جتان سندس اچڻ ٿيو آهي. بيو تہ اچ وڃ جو اهو سلسلو سدائين ڪائنات ۾ هلندو اچي ٿو ۽ هر روح ۾ اُن هستيءَ ڏانهن ورڻ جي چڪ يا ڪشش رهي ٿي جنهن کي واحد سڏيو وڃي ٿو پر انهيءَ واحد جو نالو هن خدا بدران نيڪي يا خير رکيو آهي تڏهن بہ چوي ٿو تہ ان جي ڪابہ جامع يا مانع تعريف امڪان کان ٻاهر آهي. بهتر ائين ٿيندو تہ ان جي تعين عوض ان جي تلاش ڏانهن توجهہ ڏنو وڃي. فلسفي جي ڪن مورخن جو چوڻ آهي تہ: فلاطينوس پنهنجي هم عصر ٻڌمت جي پوئلڳن کان بہ استفاده ڪيو هو ماني (ايران جو مشهور مدعي نبوت) جيڪو پڻ فلاطينوس جي دور جو هو سو بہ ٻڌمت جي عقيدن کان متاثر چيو وڃي ٿو. ياد رهي تہ مهاتما ٻڌ جي پيدائش (543 ق.م) ۾ ٿي هئي جنهن سڄي ڄمار زهد ۽ تقويٰ ۾ گذاري، مرڻ گهڙيءَ وصيت ڪئي هئي تہ دنيا ۾ سچائي کان سواءِ سڀ ڪجهہ فاني آهي. پنهنجي محنت سان پنهنجي ڇوٽڪاري جي ڳڻ ڪريو جيڪڏهن اوهان جي محنت ۾ سچائي موجود هوندي تہ ڪاميابي اوهان کي هر حال ۾ نصيب ٿيندي.

ماني ۽ فلاطينوس کان اڳ ٻڌمت وارن افغانستان ۽ خراسان ۾ پنهنجي فڪر ۽ فلسفي جي تعليم جاري ڪئي هئي جتي هر هنڌ ٽنيءَ ۽ ڇتيون يادگار طور (اڃا تائين) قائم آهن. خاص ڪري بلخ تہ ٻڌمت وارن جو مرڪز هو جتان جا پوڄاري هڪ مها پوڄاري يا پر مک پوڄاري جي اولاد هئا، جن جا پويان عباسي خليفن جي دور ۾ اسلام قبولي برامڪا سان مشهور ٿيا. ايران ۾ هڪ ٻئي جي ويجهڙائيءَ ڪري صدين کان ٻڌمت ۽ مجوسيت درميان اثر تاثير جو سلسلو قائم رهندو آيو. ماني

پنھنجي تعليم جو گھڻو حصو ٻڌمت وارن کان اخذ ڪيو ھو ساڳيءَ طرح فلاطينوس جي ھمعصري سبب مانويت ۽ نو اشراقيت جو گڏوگڏ پرچار ٿيندو رھيو ھي ٻئي رھبانيت جا قائل ھئا. جنھن ڪري ھنن جي تعليم جو شروعاتي دور جي عيسائين تي تمام گھڻو اثر پيو. انھيءَ اثر جي نتيجي ۾ عيسائيت جي ابتدائي صدين ڏاري مصر، شام ۽ خراسان ۾ نو اشراقيت، مانويت، مسيحي رھبانيت ۽ سمنيت (ٻڌمت) جي عقيدن تي ھر ھنڌ بحث مباحثي جي بازار گرم ھئي.

اسلامي دنيا ۾ انھن عقيدن جي اوائلي اشاعت خراسان، جندي شاپور ۽ ٻين مڪتبن وارن جي واسطيداريءَ سان شروع ٿي، جيڪي عيسائين شام کان وٺي ايران، عراق تائين قائم ڪيا ھئا. انھن ھنڌن تي فلاطينوس جا ڪتاب ۽ انھن جون شرحون شامي زبان ۾ ترجمو ڪري پڙھايون ٿي ويون جن ۾ افلاطون، ارسطو ۽ فيثا غورس جي فڪر ۽ فلسفي جي ترجماني نو اشراقي رنگ ۾ ڪري انھن جي تطبيق عيسائي عقيدن سان ڪئي ويندي ھئي. خليفي مامون الرشيد جي زماني (813-833ع) ۾ بيت الحڪمت جي عالمن مٿي ذڪر ڪيل ڪتابن ۽ انھن جي شرحن جا عربيءَ ۾ ترجما ڪيا جن کان مسلمانن جي مذھبي عقيدن ۾ ھڪڙي قسم جي ھلچل مچي وئي ۽ متڪلمين خاص طرح نو اشراقي فڪر جي مذھبي عقيدن سان مطابقت ڪرڻ لڳا. فيثا غورسي ۽ نو اشراقي افڪار جي اشاعت کان مذھب اسلام ڪيترن فرقن ۾ ورھائجي ويو جنھنڪري نسخ ارواح، سريان، امتزاج، تجسيم، حلول ۽ اوتار جا نو اشتراڪي آريائي افڪار اسلامي تعليمات ۾ نفوذ ڪري ويا. مسلمانن جي فلسفي ۽ علم ڪلام وانگي تصوف بہ انھن فڪرن جي اشاعت مان صورت پذير ٿيندو ويو. تصوف جي انھي عجيب ارتقائي سلسلي ڪي پٽ ڏٺيءَ ھينئنءَ ريت سھيڙيو آھي:

لُنگ ٻڌائون لانگ، موتي ڪن نہ مَسھو
جا اسلامان اڳي ھئي، سا ٻڌائون ٻانگ،
سامي چڙي سانگ، گڏيا گور ڪناٿ کي.

ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ اسلام ۾ تصوف جو پيدا ٿيڻ مذهبي زندگيءَ جي فطري تقاضا موجب هو ليڪن عام خيال اهو بہ آهي تہ تصوف خود مذهب جي ردعمل ڪان وجود ۾ آيو جنهن ظاهر پرست عالمن جي بيجا مذهبي مداخلت خلاف بغاوت جو ڪردار ادا ڪيو.

جيتري قدر تصوف جي اصل روح جو تعلق آهي نبي ڪريم ﷺ ۽ صحابين جي زماني ۾ بہ هن جو وجود هو مگر ان وقت انهيءَ جي اها صورت ڪانہ هئي جيڪا صدين ڪان پوءِ اختيار ڪيائين. تاريخي اعتبار ڪان ٿوري عرصي اندر سڀ ڪان اول جنهن کي صوفي جو لقب مليو سو خواجہ حسن بصري هو (ولادت 26هہ- 111هہ- 643ع- 728ع) اسلامي تصوف جو آغاز اصل مصر ۽ خراسان مان ٿيو هو. ذوالنون مصري متوفي 861ع سڀ ڪان پهريان معرفت جو تصور مسلمانن جي تصوف ۾ داخل ڪيو هن جي مريدؒ ابوسعيد الخزاز متوفي 890ع فنا في الله جو جيڪو نظريو پيش ڪيو اهو سنئون سڌو قديم عارفن ۽ نو اشتراقين جي فلسفي تان ورتل هو. ذوالنون مصري جي اها تحريڪ بصري ۽ بغداد ۾ گهٽي قدر مقبول ٿي ان ڪري جو هڪ تہ ابوسعيد الخزاز پاڻ بغدادي هو ۽ بصري ۾ وري رابعہ بصري متوفي 754ع ان کي وڏيڪ مروج ڪيو.

خراسان ۾ تصوف جي مڪتب جي شروعات ابراهيم ادهم متوفي 779ع ڪان ٿي، خراسان واري صوفين جي مڪتب جنهن گوشي نشيني، ذڪر فڪر ۽ تجرد پسندي (گويا رهبانيت) جي تبليغ ڪئي، اها صدين ڪان خراساني ٻڌمت وارن جي توسط سان اتي رواج ۾ آيل هئي. مسلمانن جي تصوف ۾ انهن ٻنهي روايتن جو امتزاج عمل ۾ اچي چڪو آهي.

تصوف جي هن تاريخي پس منظر پيش ڪرڻ ڪان پوءِ خود تصوف جي باري ۾ جيڪي بنيادي اسباب سان بيان ڪيا ويا آهن تن تي پڻ نظر وجهڻ لازمي آهي. ان باري ۾ هڪڙا عالم چون ٿا تہ تصوف سماجي ناانصافين خلاف هڪ ردعمل جي صورت ۾ اُڀريو. جهڙيءَ ريت ٻڌمت برهمڻيت خلاف هڪ سڌريل انقلاب يا تبديلي جي روپ ۾ نروار ٿيو هو.

اهو ثبوت هن جي هيڪڙائي واري نڪتي مان ملي ٿو جنهن مطابق سيئي ننڍ وڏائي واريون حدون ۽ حڪايتون انساني برادري ۽ برابري جي منافي سمجهيون ويون آهن. پين عالمن جي خيال ۾ تصوف اصل ۾ هڪ نفسياتي عمل هو، ڇو تہ مسلمانن لاڳيتي جنگبازي، خونريزي ۽ خانہ جنگي کان تنگ ٿي چڪا هئا. صوفين ترار جي زور تي ٿيندڙ جهاد کي ننڍي جهاد جو نالو ڏنو، جنهنڪري وڏي جهاد جي ڀيٽ ۾ ننڍي جهاد کان فراريت اختيار ڪرڻ جي تلقين ڪئي وئي، جيئن شاهہ قطب بکري (بکر جو شيخ الاسلام) متوفي 977هہ چوي ٿو:

جهاد نفس بہ است از جهاد اسلامي
ڪہ در درون امان است دشمن دين را.

اسلامي جهاد کان نفس سان جهاد ڪرڻ افضل آهي ڇاڪاڻ تہ دين جو اصل دشمن انسان جي اندر ۾ ئي لڪل رهي ٿو.

نفس جي انهيءَ جهاد ۾ ابن عربي عشق کي عروج تي پهچايو تہ منصور حلاج ان جي انتها ڪري ڇڏي، جنهن جي پاداش ۾ کيس 922ع ڌاري سوريءَ تي چاڙهيو ويو.

مشرق ۾ وحدت الوجود جي اوج سان گڏ وحدت الشهود بہ زور ورتو،جنهن جي تحرڪ ۾ وقت جي حڪمران طبقي (پهريون بادشاهن پوءِ جاگيردارن) جو وڏو عمل دخل رهندو آيو. انهيءَ ئي طبقي جي همٿائڻ تي وحدت الشهود وارن مخالف ڌر (وحدت الوجود) خلاف ڪفر جون فتوائون جاري ڪرايون ۽ انهن کي موت جون سزائون ڏياريائون. عالمن جي تحقيق مطابق هنن ٻنهي فرقن درميان جيڪو فرق هو تنهن جي اصليت هيءَ آهي:

وحدت الوجود جو فلسفو فرد کي انالحق جي پاسي مائل ڪري ٿو ۽ وحدت الشهود وارو فلسفو فرد کي اناعبد ڏانهن راغب ٿو ڪري. انالحق جي مابعد الطبيعي ڪٿي ڪهڙي بہ هجي بهرحال هي تصور فرد جي خود اعتمادي ۽ ذهني آزادي جو مظهر آهي، هي پنهنجي ذات جي سرچشمي

مان اُن جي اجنبيت جي نفي ڪري ٿو اهڙيءَ طرح هڪ مڪمل انسان جنم وٺي ٿو. پئي پاسي اناعبد جو تصور ان جي ابتڙ فرد ۽ سندس ذات جي درميان اجنبيت جو سبب بڻجي ٿو. هي فرد جي بيوسي، بيچارگي ۽ بي مايگي جو نہ صرف اثبات ڪري ٿو پر فرد کي ان جي قبول ڪرڻ لاءِ پڻ مجبوريءَ ۾ ٿو آڻي. ان جي حوالي سان فرد جي زندگيءَ جو مقصد مطلق بڻجي ٿو وڃي.

سنڌ جي سرزمين تي وحدت الوجود جو پرچار شيخ ابوعلي سنڌي، ٽين صدي هجري جي عظيم سنڌي صوفي وٽان شروع ٿيو. جيڪو جڳ مشهور صوفي بايزيد بسطامي (261هہ۔ 874ع) جو استاد هو. مولانا عبدالرحمان جامي نفحات الانسف ۾ شرح شطحيات جي حوالي سان لکي ٿو: شيخ روزبهان بقلي پنهنجي تاليف شرح شطحيات ۾ آندو آهي تہ ابوعلي سنڌي، بايزيد بسطامي جي استادن مان آهي، بايزيد پڻ چوي ٿو تہ مون توحيد ۽ فنا وارو علم (وحدت الوجود) ابوعلي سنڌي کان سکيو ۽ ابوعلي مون کان الحمد ۽ قل هو الله پڙهيو.

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي پنهنجي هڪ مضمون سنڌ جا اولياء ۽ صوفياء ڪرام (نئين زندگي آگسٽ۔ سيپٽمبر 1980ع حيدرآباد) ۾ ٿئين اقتباس کان پوءِ ڄاڻائي ٿو تہ نفحات الانس جو اهو ڇاپي نسخو اصل ۾ منهنجي بزرگ دوست مولانا دين محمد وفائي مرحوم جي ملڪيت ۽ مطالعي ۾ رهيو آهي. مولانا وفائي شيخ ابوعلي سنڌي جي تذڪري ۾ حاشي هيٺ فارسيءَ ۾ هڪ معلوماتي نوٽ لکيو هو جو سنڌيءَ ۾ هن ريت آهي:

منهنجا استاد مولانا عبيدالله سنڌي جن فرمائيندا هئا تہ جڏهن ابوعلي سنڌي نو مسلم هو ۽ ويدانت جي علمن ۾ (جن جو دارومدار وحدت الوجود جي مسئلن تي آهي) پوريءَ طرح واقف ۽ ماهر هو ان ڪري بايزيد بسطامي، ابوعلي سنڌي کان وحدت جا راز سکيو ۽ ابوعلي سنڌي

نماز ادا ڪرڻ جي واٽ بايزيد وٽان سکي، اهو ان ڪري جو نو مسلم لاءِ شروعاتي طور قرآن جي ننڍڙين سورتن جو سکڻ لازمي آهي.

هن مان پڌرو ٿيو تہ اسلامي تصوف توڙي وحدت الوجود جو مسئلو برصغير هند ۾ يونان جي فلسفين وٽان پهتو هو. هندستان ۾ خاص ڪري چشتي بزرگن جي ذريعي صوفين جا سمورا سلسلا ترقي ڪندا ويا، جن مان سرفهرست خواجہ معين الدين چشتي اجميري (1140ـ 1237ع) جو نالو اچي ٿو. هند ۾ هرهنڌ چشتي سلسلي کي جيڪا حيرت انگيز مقبوليت حاصل ٿي، تنهن جو اصل ڪارڻ اهو ئي هو تہ چشتي مشائخ وحدت الوجود جي اصول تي ڪاربند هئا ۽ وحدت الوجود جو نظريو ويدانت فلسفي سان مشابهت رکڻ ڪري هتان جي ماڻهن جي مزاج سان گهڻي قدر ٺهڪي ٿي آيو. ان ڪانسواءِ چشتي مسلڪ جي صوفين، هندن سان خوشگوار لاڳاپا قائم ڪري ڇڏيا هئا ۽ سندن تاليف قلبُ جون ڪوششون ڪندا ٿي رهيا جنهن جي اثر ڪان هندن جي اڪثريت انهن جي هٿان اسلام قبول ڪيو ۽ انهن جي بيعت بہ ڪرڻ لڳي.

ويدانت ۾ اُپنشدن جي ٽڙيل پکڙيل تعليمات کي منطقي ۽ مربوط نموني پيش ڪيو ويو اهي جنهن جو حاصل مطلب هي آهي تہ: برهم حقيقي ذات اهي ان ڪانسواءِ جيڪي ڪجهہ هن ڪائنات ۾ ڏسجي پيو مايا (نظر جو نيرنگ يا فريب) آهي ۽ اوديا (جهالت) آهي. انساني روح (آتما) ۽ آفاقي روح (برهم) اصل ۾ هڪ ئي آهن. آتما مايا جي ڄار (ڦندي) ۾ ڦاسي پنهنجو اصل ماڳ وساري ٿي ڇڏي. جڏهن مٿس اهو راز ظاهر ٿئي ٿو تہ هي پاڻ ۽ برهم هڪ ئي آهن تہ مايا جو پرم کلي ٿو پوي ۽ آتما پنهنجي اصلي ماڳ ڏانهن ورڻ جي ڪري ٿي، چو تہ ان ۾ ئي هن جو ڇوٽڪارو آهي. انهيءَ ڇوٽڪاري جا ٽي طريقا علم، عمل ۽ عشق آهن ويدانت کي وحدت جو علم پڻ چيو وڃي ٿو جنهن جو شارح مشهور هندي فلسفي شنڪر آچاريہ (788ـ 820ع) هو.

شنڪر آچاريہ کان پوءِ رامانج (1017- 1137ع) ان جي برهمڻ کي سنئون سڌو شخصيت جي روپ ۾ پيش ڪيو جيئن سيڪو ان سان جذباتي سطح تي پنهنجو ناتو قائم ڪري سگهي. انهيءَ اصول تي هلي رامانج ڪيترن سچن ۽ سرويچ عالمن کي پاڻ سان شامل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو جن پنهنجي پنهنجي وقت ۾ هن جي فلسفي ۽ تعليم جي اشاعت ڪئي. نہ رڳو ايترو پر رامانج وڏي فراخدليءَ کان ڪم وٺي ٻڌن، جينين، شودرن ۽ اڇوتن کي پنهنجي حلقي ۾ داخل ڪيو. شاهہ لطف الله قادري چواڻي:

نڪا ڏاڏائي ڏيهہ ۾ نڪا ذات جڳاءِ،
مـــولا سندي راج ۾ جو ڪتي سو ڪاءِ.

رامانج پنهنجي تصنيف ويدانت سنگرهہ ۾ چوي ٿو: خدا انسان کي دنياداريءَ جي منجهائيندڙ مامرن مان ان وقت ڇوٽڪارو ڏياري ٿو جڏهن هو پنهنجي مرشد جي هدايتن مطابق حقيقي علم تائين رسائي ڪري عام زندگيءَ ۾ ضابطي، رياض، پاڪيزگي، معافي، خلق، فياضي ۽ عدم تشدد جي مشق پچائيندي سيئي لازمي ۽ رسمي فرض سرانجام ڏيڻ جي ڪري ٿو ۽ منع ڪيل ڳالهين کان پاسي رهي پاڻ کي توڪل جي آڌار خدا جي حوالي ڪري ٿو ڇڏي، موت ۾ خدا پنهنجي رحمت سان سندس اندر جي سڄي اونداهي هٽائي هن جي خمير کي روشن ڪري ٿو. هن جي خيال ۾ لازمي ۽ رسمي فرضن جي ادائگي سيني بلندترين اخلاقي صفتن تي دائمي طور محڪم رهڻ يا انهن جي حصول جي ڪوشش ڪرڻ ۽ حقيقي علم جي تحصيل لاءِ پاڻ پتوڙڻ اهي سڀ ڇوٽڪاري جا ضروري شرط آهن. جڏهن انسان اهڙي نموني پاڻ ۾ استعداد پيدا ڪري ٿو تہ ڪيس خدا جي آڏو پاڻ حوالي ڪرڻ ۽ ان جي عبادت ۾ محو رهڻ سبب دنيا جي سيني قيدن کان رهائي ملي ٿي. رامانج جي راءِ ۾ ڀڳتي کان مراد خدا جي ذات جو لاڳيتو فڪر آهي، جنهن کان سواءِ علم بہ انسان کي ڇوٽڪارو ڏياري نہ ٿو سگهي. ڀڳتي (الاهي عشق) جي خاص نشاني اها

آهي تہ عاشق پنهنجي محبوب لاءِ ڪجهہ ڪرڻ کان علاوه دنيا جي ڪنهن بہ معاملي ۾ ڪابہ دلچسپي نہ ٿو وٺي.

پڇاڙيءَ ۾ چوي ٿو تہ: ڀڳتي هڪ طرح جو جذبو نہ، پر علم آهي جيڪو پنهنجي محبوب جي تات ۽ طلب کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهہ فراموش ڪرائي ٿو ڇڏي. هڪ ٻيو فلسفي وينڪنٽ ناٿ (1268-1369ع) وڏيڪ چٽائيءَ سان چوي ٿو تہ لازمي ۽ رسمي فرضن جي ادائگي انسان کي حقيقي علم جي تحصيل لائق بڻائي ٿي ۽ حقيقي علم جو حصول انسان کي ڀڳتيءَ لائق بڻائي ٿو جڏهن انسان علم جي تحصيل لائق ٿئي ٿو تہ هو سڀ ڪجهہ ترڪ ڪري سگهي ٿو. هن جي راءِ ۾ ڀڳتي صرف علم نہ پر پوڄا لائق ذات ۾ مسرت جي احساس پيدا ڪرڻ جو ڪارڻ پڻ ٿئي ٿي. اهو چوڻڪارو جنهن جي مهابي انسان خدا سان هڪ ۽ هم صفت ٿي ٿو وڃي، اهڙي قسم جي ڀڳتي جو نتيجو آهي، انهيءَ چوڻڪاري ۾ انساني روح خدا جي "علم ڪل" وارين صفتن ۽ سرور ۾ شريڪ ٿئي ٿو.

انهي رامانج جي پنجين پيڙهيءَ مان رامانند پيدا ٿيو جنهن عملي طرح ڀڳتي تحريڪ کي عروج تي آندو. هي پندرهين صدي عيسوي جو شروعاتي دور هو جڏهن هندستان ۾ سڪندر لوڌي (1489ع) جي حڪومت هئي. تڏهن ملڪ ۾ تشدد پسندي انتهائي چڙهي وئي هئي. بنيادي طور ڀڳتي تحريڪ برصغير جي ٻن عظيم تهذيبن درميان ترڪيبي صورت پيدا ڪرڻ جي لاءِ شعوري طور وجود ۾ آئي هئي. ليڪن اها پنهنجي قسم جي پهرين تحريڪ نہ هئي: ان کان اڳ اهڙيون ڪيئي پاڻ وائي اسرندڙ تحريڪون هتان جي معروضي صورتحال مان اڀري چڪيون هيون، جن جي نتيجي ۾ هيٺين طبقن جي سطح تي هندو مسلم ترڪيبي ثقافت جنم وٺي رهي هئي. انهي عمل جو آغاز برصغير ۾ مسلمانن جي آمد سان شروع ٿيو جنهن موجب ان عمل جي اوائلي دور ۾ سنڌ جي نومسلمن عربن جي حڪومت دوران پنهنجي اڳوڻن مذهبي

اڳواڻن ڪي اسلامي نالا ڏئي ڇڏيا هئا. سومرن جي دور (يارهين کان چوڏهين صدي عيسوي) ۾ بعضي اهڙا بزرگ هئا جن جي انهي گڏيل تهذيب واري زماني ۾ هندو مسلمانن سان گڏجي ياترا ڪندا تي آيا جهڙوڪ: پير پٺو ديبلي جنهن کي هندن راجا گوپي چند جو نالو ڏنو. هي قلندر شهباز جو همعصر هو جيڪو وري هندن وٽ راجا ڀرتري هري ليکيو ٿي ويو. اهڙيءَ طرح منگهو پير جنهن قلندر شهباز کان به صديون پوءِ مقبوليت حاصل ڪئي تنهن کي هندن جس راج ٿي ڪوٺيو. حيدرآباد جي ڀرسان شيخ طاهر کي هندو اڄ به اڏيرو لال سڏين ٿا جتي هن جي ٻُنَي ۽ سماڌي ٻئي موجود آهن. هڪ مجاور هندو ته ٻيو مسلمان. هيڏانهن مندر ته هوڏانهن مسجد. اهو عجب نظارو جيئن جو تيئن اڄ به موجود آهي. ڪشلو خان بکر جي قلعي ڀرسان هڪ ننڍڙي ٻيٽ تي مسجد ٺهرائي ته مسلمانن ان کي خواجه خضر جو آستان ۽ هندو زنده پير چوڻ لڳا. تنهن کان سواءِ سنڌ جي ڪيترن مشهور پيرن ۽ درگاهن. لواري، جهوڪ، درازن، بيدل فقير ۽ رکيل شاهه ناڙي واري جا هندو مسلمان ٻئي معتقد ۽ مريد آهن ۽ هندستان مان ڪشالا ڪري اچي ميلي جي موقعي تي پهچن ٿا جيئن هتان جا زيارتي اجمير ڪهي ويندا آهن.

مغل دور کان اڳ انهي ترڪيبي ثقافت يا گڏيل تهذيب جي تشڪيل جو عمل تصوف جي وسيلي نهايت شدت اختيار ڪري ويو. هي دور حقيقت ۾ اسلامي ۽ هندستاني ادبيات، افڪار ۽ روايات جي اتصال (ڳانڍاپي) جو دور هو. جيتوڻيڪ انهي ترڪيبي ثقافت جي حمايت ڪندڙ صوفين مان ڪي اهڙا پلارا به هئا جن نه چاپڙائي جو ڀهروپ پئي پسايو. قاضي جاويد (مصنف هندي مسلم تهذيب) هڪ هنڌ لکي ٿو: امير خسرو جنهن خواجه نظام الدين اولياء جي پيروي ۾ پنهنجي عمر ڏئي ڇڏي، پر ساڳيو شخص نون بادشاهن (جن مان ڪي هڪ ٻئي کي قتل ڪري تخت نشين ٿيا هئا) جا قصيدا اهڙيءَ ريت لکندو هو جيئن اڄڪلهه اخبارن جا اداريه نگار بدلجندڙ حڪومتن جي حمايت ۾ اداريه لکندا آهن.

وحدت الوجود جي فلسفي جنهن کي ويدانت وارن ۽ مسلمان صوفين جي فڪر ۽ خيال مان مساوي (برابري) جي حد تائين هيڪاندو ڪرڻ آسان هو. هن ترڪيبي ثقافت لاءِ مابعدالطبيعي بنياد جو ڪم ڏنو. پندرهين صدي عيسوي ۾ هندن ۽ مسلمانن مان اهڙا ڪئين دانشور پيدا ٿيا جن هن نئين نرالي صورتحال جي باري ۾ نظريه سازي ۽ ترڪيبي ثقافت جي تشڪيل ۽ تعمير جي عمل کي تيز ڪرڻ لاءِ نوان نوان ترڪيبي فڪر پيش ڪيا. سورهين صدي عيسوي تائين انهن دانشورن جي تحريڪ کي ڀڳتي تحريڪ جو نالو ڏنو ويو ٿو. دراصل اها تحريڪ برصغير جي سمنڊ وانگر ڪيترن گهٽ وڏائين کي جذب ڪرڻ جي بي انت صلاحيت جو هڪ اهم اظهار هئي.

مولانا نجيب اشرف جي لفظن ۾:

اسلام جي اشاعت جو ڪم انهن صوفين شروع ڪيو جيڪي باهمه ۽ بي همه (سڀ سان گڏ يا سڀ کان الڳ) جي اصول تي ڪاربند، وسيع مشرب، آزاد خيال ۽ رواداريءَ وارا هئا. هندن به سندن صحبت ۾ اهو رنگ اختيار ڪيو. رامانند، گرونانڪ ۽ سوامي چيتنا اهڙائي گرو هئا، هنن نه فقط ويدانتي توحيد ۽ صوفيائي اصول "فنا في الله" کي عام ڪيو پر پنهنجي حلقي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ هندو مسلمان هئڻ جي پابندي به هٽائي ڇڏيائون. نتيجو اهو نڪتو جو انهن جي معتقدن ۾ نه نهيو پر سندن خليفن ۾ به ڪيترا مسلمان نظر اچڻ لڳا. ڪبير پنٿي ۽ دائود پنٿي انهن جا جيئرا جاڳندا مثال آهن. مشهور مؤرخ ڊاڪٽر تاراچند لکي ٿو:

اتر هند ۾ جتي مسلمان پهريان اچي آباد ٿيا. هندن جي مذهبي توڙي معاشرتي خيالن ۾ ڪافي تبديليون اينديون ويون، جن مان ڪيتريون تبديليون شنڪر آچاريه، شِو ۽ وشنومت جي ساڌن سببان هيون.

رانانج ان جو خاص اسلوب ترتيب ڏنو ۽ ڀڳتي تحريڪ کي سڄي ملڪ ۾ روشناس ڪيائين. ڀڳتي يا محبت ۽ عبادت جو مذهب جيڪو هوريان ڏاڍيان اتر جي سيني علائقن ۾ پکڙندو ويو هڪ لحاظ کان اپنشد ۽ ڀڳوت گيتا جي تعليمات تي مبني هو. ليڪن وچئين زماني ۾ هن جي

مقبوليت اسلامي اثرن هيٺ ٿي. ڀڳتي جي پراڻن پهلوئن تي اسلامي اثر جي ڪري گهڻو زور ڏنو ويو ۽ هن جون ڪيئي ڳالهيون اسلامي تعليمات تان ورتيون ويون. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ هندن ۽ مسلمانن معاشرتي بهتري جي خيال کان عقيدي جي حد تائين پنهنجي پنهنجي دين ۽ ڌرم جون اهي سيئي سچايون ۽ چڱايون قبول ڪري انسان دوستي جو اهو رشتو قائم ڪيو جيڪو سنئون سڌو انساني برابري ۽ برادريءَ سان ڳنڍيل هو.

رامانج پنهنجي پيشرو شنڪر آچاريہ جي نہ صرف احديت مطلق جي تقليد جي بدران ويدانت (وحدانيت) جي فلسفي تي پنهنجي فڪر جو بنياد رکيو پر پنهنجو سمورو ڌيان هندن جي هيٺين ذاتين ڏانهن ڏئي انسان دوستي جو ثبوت مهيا ڪيائين. ان کان پوءِ جڏهن سندس پيرو رامانند جو وارو آيو تہ ن ڀڳوت گيتا جي پيش ڪيل انهي تصور جو خاص طرح پرچار شروع ڪيو تہ سيئي انسان هڪجهڙا آهن. انهيءَ اصول تي هن ذات پات جي نظام تي بہ چڱي چوٽ ڪئي، اصل ۾ ذات پات جي نظام جي مخالفت ڀڳتي تحريڪ جو بنيادي مقصد هئي. هن تحريڪ سان تعلق رکندڙ لوڪ روحاني دباءُ ۽ عصيبت سان گڏوگڏ سماجي طبقي بندي ۽ تشدد جي بہ خلاف هئا. روحاني رجعت پسندي ۽ عصبيت خلاف احتجاج ڪندي رامانند اها تبليغ شروع ڪئي تہ خدا تائين رسائي صرف محبت ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿي. تصوف ۾ ثقافت جي شموليت کان پوءِ سياست جي مداخلت بابت ڪجهہ بيان ڪرڻ کان اڳ هتي خود تصوف جي عصري صورتحال مطابق ان جي موجودگي ۽ پيش رفت متعلق ڪي اهم ڳالهيون پيش ڪجن ٿيون.

برصغير جي علاقائي تشڪيل ڪجهہ اهڙي نوعيت جي هئي جو هتي جي مقامي طرح ڪيترين قومن ۽ مذهبن جا ماڻهو سڪونت پذير هئا. مذهبي ۽ قومي تفريق سبب هنن ۾ ايتري قدر ننڍيون وڏيون وڇوٽيون هيون جو هي انهن کي پار ڪري هڪ ٻئي جي ويجهو اچي نٿي سگهيا ۽ هڪ ٻئي کي سمجهڻ کان قاصر هئا.

هي اهو دور هو جڏهن اقتصادي طور ملڪ جي پيداواري نظام ڪي اهم سمجهڻ بدران صرف حڪومت جي انتظامي امور کي اهميت ڏني تي وئي ۽ انهيءَ ئي نڪتي کي نظر ۾ رکي سماجي اتحاد توڙي امن جي ضرورت تي زور ڏنو تي ويو. اڪثر صوفين جي سرپرستي بہ وقت جي حاڪمن ۽ حڪمرانن انهي مقصد کي خيال ۾ رکي تي ڪئي تہ جيئن گهڻين قومن ۽ مذهبن جي ڪري ملڪ ۾ تفرقي بازي عوض هڪ اهڙو اتحاد قائم تي سگهي جنهن مان حڪومت لاءِ بہ امن عافيت جو جواز پيدا ٿئي تہ ماڻهن جي واسطي پڻ خير ۽ صلح جو سبب برقرار رهي سگهي.

اڳتي هلي جيئن برصغير ۾ ٻاهرين قومن جي آمدرفت جو سلسلو شروع ٿيو ۽ ان جي نتيجي ۾ مقامي معاملا اجنبي ماڻهن جي عمل دخل هيٺ ايندا ويا تہ هڪ نئين صورتحال پيدا ٿي، اها هيءَ تہ ڌارين حڪمرانن کي پنهنجي تسلط قائم رکڻ جو خفت جاڳيو جنهنڪري هنن تصوف کي سياسي رنگ ڏئي پنهنجو ڪم ڪڍڻ تي چاهيو ان ردوبدل مان ڪيئي ڏکيا مسئلا پيدا ٿيڻ لڳا جن کي دٻائڻ لاءِ حڪمران طبقي طرفان نوان جتن سوچيا ويا تہ صوفين انهن کي روڪڻ جا اپاءُ شروع ڪري ڏنا. انهيءَ تصادم جي ڪري تصوف، جيڪو اوائل ۾ يونان مان ظهور پذير ٿي هت اچڻ کان پوءِ مقامي نوعيت اختيار ڪري بني نوع انسان جي اخلاقي بهتري ۽ سماجي برتري لاءِ اڳتي وڌندو تي ويو تنهن جي وسعت پذيري تي وار ڪري ان کي هڪ محدود دائري ۾ آندو ويو.

انهيءَ حدبندي کان پوءِ تصوف تي سنئون سڌو دٻاءُ وڌو ويو تہ جيئن هو ڪمزور ٿي پنهنجو اثر وڃائي ڇڏي ليڪن جڏهن ائين ڪرڻ مان ڪجهہ نہ وريو تہ خود حڪمرانن تصوف مان تيندڙ پورائي جو ٺيڪو ڪٽي پاڻ کي ڏنو ڪيو. ان مان پهريون طبقو لوڌين جو ۽ ٻيو طبقو مغلن جو هو جيڪي ٻين حڪمرانن کان وڌيڪ نشانبر پڌرا هئا. لوڌين مان سڪندر لوڌي تہ مغلن مان اڪبر بادشاه اهي پگهون ٻڌي پاڻ وٽائڻ جي هام هڻئي.

قاضي جاويد (برصغير مين مسلم فڪر ڪا ارتقاء) ۾ انهيءَ صورتحال جي وضاحت ڪندي لکي ٿو: پندرهين صدي جي برصغير ۾ ڀڳتي تحريڪ ۽ باغيانہ صوفي افڪار جي وسيع تر اشاعت ۽ عوامي مقبوليت آخر هندو مسلم تفريق کي وڏيءَ وٿ ڪمزور ڪري ڇڏيو. انهن قوتن جي عمل مان هڪ پاسي ترڪيبي ثقافت کي تقويت حاصل ٿي تہ ٻئي طرف برصغير جي مختلف مذهبي ۽ ثقافتي گروهن جي ميلاپ سان گڏيل قوميت جي احساس جو بنياد مضبوط ٿيو. سلاطين دهليءَ جي دور حڪومت جي پڇاڙيءَ ۾ انهن ترڪيبي قومن جو عمل دخل گهڻي قدر وڌي چڪو هو. لوڌي خاندان جي حڪمرانن جي مذهبي ۽ سياسي حڪمت عملي انهن قوتن جي خلاف ردعمل طور وجود ۾ آئي جنهن جو اصل ڪارڻ اهوئي هو تہ هندستان جا مسلم حڪمران ترڪيبي رجحان کي پنهنجي وجود جي امتيازي خصوصيت لاءِ وڏو خطرو تصور ڪري رهيا هئا.

مغلن جو دور آيو تہ اڪبر بادشاهہ تصوف جي فلسفي کي مورڳو سياسي حڪمت عملي جو بنياد بنائي تصوف جو شڪل ئي بدلائي ڇڏي. مولانا عبيدالله سنڌي لکي ٿو: هندستان جي هي (اڪبر وارو) تاريخي دور هڪ اهڙي نظام جو متقاضي هو جيڪو هندن، هندستاني مسلمانن ۽ مغلن کي هڪ جهنڊي هيٺ جمع ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هو ان وقت جهڙيءَ طرح هندن مسلمانن جي ميل ميلاپ سان هڪ گڏيل تهذيب جنم وٺي رهي هئي ۽ هڪ گڏيل زبان جو بنياد پوڻ وارو هو ان سان گڏ هتي ڀڳت ڪبير ۽ گرونانڪ جهڙا مصلح پيدا پئي ٿيا جيڪي ٻنهي قومن، تهذيبن ۽ مذهبن کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ ۾ رڌل هئا. تنهن نموني سلطنت ۽ سياست ۾ بہ هڪ اهڙي نظام جي قيام جي ضرورت هئي جو ٻنهي قومن ۾ مشترڪ (هڪ جهڙو) هجي ها.

اڪبر پنهنجي حڪمراني جي بقاء ۽ بچاء لاءِ 1582ع ۾ دين الاهي قائم ڪري هي طبقي سان تعلق رکندڙ ماڻهن کي زبردستي قائل ڪرڻ لڳو تہ هي مذهب تصوف ۽ تهذيب جو نعم البدل آهي تنهنڪري هر ڪنهن کي ان ۾ داخل ٿي ثواب دارين حاصل ڪرڻ گهرجي.

هن جي باري ۾ پويان ايندڙ تاريخ نويسن جو عام رايو اجهو هي آهي تہ: برصغير ۾ سورهن صدي عيسوي ڌاري اڪبر جي دين الاهي جو اجراء ڪو غير معمولي واقعو نہ هو. انهيءَ دين جو نظرياتي اساس آزاد خيال تصوف ۽ ڀڳتي تحريڪ تان اخذ ڪيل هو. ليڪن عملي اعتبار کان اهو حڪمن ۽ رسمن جو مضحڪہ خيز (ڪل جهڙي) مجموعي کان علاوه ڪجهہ نہ هو. مغل اعظم جي مصنف سمٿ بہ قدم اڳتي وڌي فيصلو ڪندڙ راءِ ڏني تہ: دين الاهي مغل اعظم جي حماقت جو شاهڪار هو.

قول ۽ فعل جو تضاد اڪبر کي ورثي ۾ مليو هو. سندس ڏاڏي بابر بادشاهہ پنهنجي پٽ همايون جي لاءِ جيڪو وصيت نامو تيار ڪيو هو. تنهن ۾ ٻين ڳالهين سان گڏ ان ڳالهہ جو بہ ڪيس تاڪيد ڪيو هئائين تہ ڪنهن بہ صورت ۾ ڪهڙي بہ قوم جي عبادت گاهہ کي ڊائو يا ڊهرايو نہ وڃي. ليڪن بابر پنهنجي حڪمراني برقرار رکڻ جي خيال سان ان تاڪيد جي تدارڪ کان مجبور رهيو جنهن ڪري سندس وصيت جي تعميل ڪانہ ٿي سگهي.

اڪبر پنهنجي ڏاڏ مڙسي جي زور تي هندستان جون ننڍيون وڏيون حڪومتون هٿ ڪرڻ کان پوءِ اچي پاڙيسري حڪمرانن جي ڪڍ پيو. هر ڪنهن کي خبر آهي تہ اڪبر جو جنم سنڌ ۾ ٿيو هو پر جڏهن کيس بادشاهي جي هوس انڌو ڪيو تہ پنهنجي ماتر يومي تي لشڪر چاڙهي پورو سال سانده سنڌ ۾ ظلم، ستم ۽ خونريزي جي تباهي مچائي ڏنائين، سڄو سال سنڌ سڙندي رهي، ماڻهو مرندا رهيا، پر اڪبر کي ڪابہ ڪهل نہ آئي، انهيءَ دور جو هڪ عارف ۽ صوفي ميون وهيون انهي قهري ڪاررواين تي چيچلائي بيوسي جو اظهار ڪرڻ لڳو:

ڏکن ۾ مرجال، گهوريا سکن ڏينهڙا،
جيهي تيهي حال، لنگهي ويندا ڏينهڙا.

تصوف جي جاءِ تي دين الاهي قائم ڪرڻ محض هڪ ڍونگ هو جيڪو اڪبر پنهنجي حڪومت بچائڻ لاءِ رچايو. تصوف جا پوئلڳ تہ

سيڪجھ ترڪ ڪري انسان ذات جي امن اتحاد عافيت ۽ اطمينان لاءِ پاڻ پتوڙيندا ٿي آيا، پر هي وري ڪھڙو مها صوفي اچي پيدا ٿيو جنھن پنھنجي هوس ۾ مخلوق کي ڏچي ۾ آٽي ڇڏيو اجا بہ گھڻا ماڻھو ان کي اڪبر اعظم جو لقب ڏئي سرها پيا ٿين!

اڪبر پنھنجي اڌ صدي واري بادشاهت دوران هاڃا هڻندي جيڪي سياسي مصيبتون پيدا ڪيون تن مان جڳ پڌرو جاگيرداري نظام اجا سوڌو انسانيت جي بربادي جو مظاهرو ڪندو اچي ٿو جنھن جو تفصيلي ذڪر اڳتي اچي رهيو آهي.

رامانند پنھنجي دور ۾ جيڪا عملي تحريڪ شروع ڪئي تنھن کي ڀڳت ڪبير پنھنجي زماني ۾ اوج تي رسايو. هي پيدائشي طور مسلمان هو پر سندس پرورش هندو گھراڻي ۾ ٿي هئي. خيال آهي تہ برصغير جي ٻن عظيم ثقافتي قوتن (جن جو مٿي تفصيل اچي چڪو آهي) ڀڳت ڪبير جي شخصيت ۽ ڪردار جي تشڪيل ۾ هڪ جيترو ڀرو ورتو. سندس زندگيءَ ۾ جيڪي بہ عوامل اچي هيڪاندا ٿيا هئا اهي ئي سندس خيالن جي بهتري ۽ برتري جو باعث بڻيا ۽ انهن ئي اُچن خيالن جي آڌار تي هو رام ۽ رحيم سان روحاني رشتو قائم ڪري چڪو هو. هڪ جديد مؤرخ هن کي پهريون هندستاني قرار ڏنو آهي جنھن هندو مت ۽ اسلام درميان متوازن راھ ڳولي لڌي هئي. اهو مؤرخ آهي ڊاڪٽر تاراچند جنھن جي فيصلي سان هرڪو متفق هوندو.

بيشڪ پندرهين صدي عيسوي جي ثقافتي ۽ روحاني تاريخ ۾ ڀڳت ڪبير کي خاص درجو حاصل هو. هن جي اتاهين سوچ عصبيت جي صورت پسندي ۽ روحاني آمريت خلاف شديد قسم جي احتجاج جي حيثيت رکي ٿي. هن سيني ثقافتي ۽ مذهبي قدرن خلاف بغاوت ڪندي صداقت سان رابطي رکڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس تعلق جيئن تہ سماج جي هيٺئين طبقي وارن سان هو ۽ هن جي سوچ تي اجتماعيت پسندي غالب هئي، ان ڪري پاڻ پنھنجي پيشروئن مهاوير ۽ مهاتما ٻڌ کان

بہ وڏيڪ سماجي طبقي بندي جي مخالفت ڪيائين. هن ڪي پنھنجي ڪوشش وسيلي انسانن اندر هڪجھڙائي پيدا ڪرائڻ جي پوري پڪ هئي. اهوئي يقين سندس فڪر جو بنياد بنجي پيو. انسانن لاءِ خارجي رهنمائي کان زيادہ باطني رهبري تي زور ڏيندي ڀڳت ڪبير سيني ظاهر دارين جي (جيڪي مذهب ۾ داخل ٿيل هيون) سخت مخالفت ڪندو رهيو. اهائي ڳالھ هن کي مسلمان صوفين ڏانھن مائل ٿيڻ ۾ مددگار ثابت ٿي.

مابعد الطبيعي سطح تي هندو مت ۽ اسلام ٻنھي کي رد ڪرڻ جي باوجود ڀڳت ڪبير انھن کي هڪ جيتري حد تائين اهم ليکيو ٿي، انهيءَ بنياد تي ٻنھي مذهبن جي عصبيت پسند عالمن جا ساڻس سخت اختلاف رهندا ٿي آيا. تڏهن بہ پاڻ ماڻھن جي پرواهہ ڇڏي گيتن ۽ اپديشن وسيلي محبت ۽ انسان دوستيءَ جو پرچار ڪندو آيو. ايتري تائين جو 1495ع ۾ جڏهن سٺ ورهين جي ڄمار ۾ آيو تہ هندستان جي متعصب حڪمران سڪندر لوڌي کيس دربار ۾ گھرائي موت جي سزا جو دڙڪو ڏنو پر هن الله لوڪ تي ان جو ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيو.

شاد باش اي عشق خوش سوداي ما،

اي طبيبہ جملہ علت هاي ما!

خوش رهہ اي خوش خيال عشق! تون ئي اسان جي سيني دردن جي دوا ثابت ٿيو آهين.

لوڌين جي عهد حڪومت ۾ رونما ٿيل انھي ذڪر لائق واقعي کي دهرائيندي ڊاڪٽر محمد اڪرام لکي ٿو: اتر هندستان ۾ اهڙن ڪيترن بزرگن جو ان دور ۾ ظهور ٿيو جن هندن مسلمانن جي عقيدن کي پاڻ ۾ ملائڻ چاهيو ۽ اهڙن فرقن جي شروعات ڪيائون جيڪي ٻنھي مذهبن جي انسان دوست عقيدت جا قائل هئا. انھن بزرگن مان ڀڳت ڪبير سيني کان آڳاهون هو. جنھن 1440ع ۾ جنم ورتو ۽ 1518ع ۾ وفات ڪيائين. تذڪرہ اولياء هند ۾ هن کي شيخ ڪبير ڪوري قدس سرہ لکيو ويو آهي. اها روايت بہ ملي ٿي تہ هي حضرت تقي سهروردي جو خليفو

هو ۽ زماني جي مشاهير مان ٿي گذريو آهي. آئين اڪبري ۾ بہ ڀڳت ڪبير جو مختصر احوال ملي ٿو تہ هي پنهنجي وقت جو وڏو موحد هو جنهن جي طريقي جي وسعت ۽ نظريہ جي بلنديءَ جي ڪري هندو مسلمان ٻئي ساڻس عقيدت رکندا هئا. آئين اڪبري جي انهي اختصار مان ظاهر آهي تہ اڪبر بادشاھ جي دؤر ۾ ڀڳت جي ڪافي شهرت هئي ۽ خود بادشاھ سندس فڪر کان ناواقف ڪونہ هو تنهن هوندي بہ ان جي ڪردار کي مسخ ڪري تصوف جي سچي جدوجهد تي پاڻي ڦيري "دين الاهي" جو دنبورو ڪلهي تي کنيائين, ڇاڪاڻ تہ ڀڳت ڪبير جنهن اعليٰ ڪردار جو مالڪ هو تنهن جو مقابلو ڪرڻ اڪبر جي پهچ کان مٿي هو. جيڪڏهن اڪبر بادشاھ جي من ۾ واقعي ڪا سچائي سچي ها تہ هو ڀڳت ڪبير جي تحريڪ کي اڳتي وڌائي اشوڪ اعظم جيان لائق بنجي ها, پر هڪ حريص بادشاھ جي نصيبن ۾ اهڙي سربلندي ڪٿي. سچ چيو اٿن تہ خدا بہ ڪنهن کي سچائي سگ ڏيندو آهي. ڀڳت ڪبير شاعري ۾ رامانند بيراڳي کان تربيت ورتي هئي, هندي زبان ۾ هن وٽان ئي عرفان جي بيان جي ابتدا ٿي, تنهن کان پوءِ گرونانڪ (1469ـ 1538ع) سندس تقليد ڪئي.

ڀڳت ڪبير جو سمورو ڪلام انسان دوستي جي پرچار سان لاڳاپيل آهي, پاڻ هر انهي انڌي اونڌي سوچ ۽ سمجھ جي مخالفت ڪري ٿو جنهن ۾ انسان دشمني جون ڳالهيون ويچاريون ۽ پچاريون وڃن ٿيون. پنهنجي مقصد جي منتها بيان ڪندي هڪ هنڌ چوي ٿو:

سرگن ڪي سيوا ڪرو نرگن ڪا ڪيا گيان,
نــرگــن ســرگــن ســي پــري تهين همارا ڌيان.

ڪي ذات تہ ڪي صفات جي سڌ ۾ سيوا لاءِ ستوھ تا پرين, پر پنهنجو ڌيان انهي ٻنهي کان اتاهون آهي.

وري ٿو چوي:

جا ڪارن جڳ ڍونڍيا, سو تو گهٽ هي مانهن,
پــردا ديئا ڀــرم ڪــا, تاتــي ســو جهٽ نانهن.

انسان جنهن شيءِ جي ڳولا ۾ ٿو ڀٽڪي سان تہ منجهس ئي آهي،
ليڪن گمان جي پردي هٽڻ ڪري اها شيءِ ڪيس نظر نٿي اچي.

ڀڳتي جنهن کي الاهي عشق سڏيو وڃي ٿو، ان ۾ نہ تہ دوزخ جي عذاب جو ڊپ هوندو آهي نہ وري بهشت جي عشق جي لالچ رهي ٿي. اهو عشق خالص عشق آهي جنهن ۾ سواءِ محبوب جي، عاشق کي ڪا طلب يا تانگھہ ڪانہ ٿي رهي، جيئن شاھہ لطيف چوي ٿو:

ڪيهي ڪام ڪاپڙي، تا اهڙي روش رون،
نڪا دل دوزخ ڏي، نڪي بهشت گھرن،
نڪو ڪم ڪفار سين، نڪا مسلماني مَنِ،
اُيا ائين چون، تہ پرين ڪجو پانهنجو.

ڀڳت ڪبير انهي عشق جي آرزو ڪندي پيو چوي:

ڀڳتي، مڪتي مانگون نهين، ڀڳتي دان دي مونھہ،
اور ڪوئي ياچون نهين، نسدن يا چون تونھہ.

مون کي سزا ڀوڳڻ يا ڇوٽڪارو ملڻ واري مامري سان ڪو مطلب ناهي، آءُ تہ رات ڏينهن، منهنجا محبوب توکان توکي پيو مڱان!

انسان دوستي هن لاءِ ايڏي تہ اُتم آهي جو چوي ٿو تہ اهو ڳڻ جنهن ۾ ناهي تنهن جي پيري فقيري بہ ڪفر برابر ليکڻ کپي:

ڪبيرا سوئي پير هي جو جاني پر پير،
جو پر پير نہ جانئي، سو ڪافر بي پير.

ڀڳتي لاءِ پاڻ هي شرط ٿو وجهي تہ:

جب لگا ناتا جگت ڪا، تب لگ ڀڳت نہ هوءِ،
ناتا توري هري ڀڄي، ڀڳت ڪهاوي سوءِ.

ڪبير چوي ٿو جتي پيار آهي اتي سڀ ڪجهہ هوندو، جتي پيار ناهي اُتي سڀ ڪجهہ هوندي ڪجھ بہ نہ آهي:

جو گھٽ پريم نہ سنجري، سو گھٽ جان مسان،
جيسي کهال لوهار ڪي، سانس ليت بن پران.

جتي پيار نہ سنجري سو گهٽ جڻ مساڻ آهي. ان کي ائين سمجهيو وڃي جيئن لوهار جي ڌنوڻ. جيڪا ساهہ تہ کڻي ٿي پر ان ۾ روح آهي ئي ڪين.

وري ٿو چوي:

هري تو جن هيت ڪر، ڪر هري جن سي هيت،
مال ملڪ هري ديت هين، هري جن هر هين ديت.

هي دوهو پڙهي ڀڳت ڪبير جي شاعراڻي عظمت جو قائل ٿيڻو پوي ٿو پاڻ ٿو چوي:

تون خدا سان ڀلي محبت نہ ڪر پر خلق خدا سان ضرور محبت رک. خدا توکي مال ملڪيت ڏيندو ۽ خلق توکي خدا سان ملائيندي.

انساني احساس لفظن جي لباس ۾ اچي شعر بڻجي ٿو پوي اهڙي شعر جو سمورو حسن ان ڳالهہ تي انحصار ٿو رکي تہ ان جي بنيادي افاديت جو اصل مقصد ڪهڙو آهي، اهائي خصوصيت ڀڳت ڪبير جي شعر ۽ فڪر مان بکي ٿي:

ڪاسي ڪنڍري ايڪ هي روحل روپ ڪبير.

روحل فقير پڻ ڀڳت ڪبير وانگي هندو مسلمان درويشن وٽان روحاني فيض حاصل ڪيو. جن مان شاهہ عنايت جهوڪ وارو ساراهہ لائق آهي، هڪ روايت موجب روحل فقير جهوڪ ميرانپور ۾ شاهہ عنايت جي مزار تي چلي ۾ وڃي ويٺو فارغ ٿيڻ کان پوءِ اندر جي آواز تي درگاهہ جي گادي ڌڻي شاهہ عزت الله جي مريدن ۾ شامل ٿيو. شاهہ عزت الله شاهہ عنايت جو فرزند هو ۽ وقت جي ولين مان وڏي درجي وارو ليکيو ٿي ويو.

روحل فقير جو ٻيو رهبر ٿرپارڪر جو ڏونگر سي مهراج هو. هي پڻ پنهنجي دور جو ساڌ سنگت وارو وڏو ساڌو ٿي گذريو آهي، پاڻ هندي ٻوليءَ جو ناميارو شاعر پڻ هو. شاهہ عنايت جي روحاني صحبت ۽ ڏونگر سي مهراج جي سنگ ۾ روحل تي جيڪو رنگ چڙهيو تنهن جي سونهن سوڀيا اَجا سوڌي سنڌ ۾ سندس ڪلام وسيلي سرهاڻيون پکيڙيندي رهي ٿي.

روحل فقير جو والد شاهو خان ميان يارمحمد ڪلهوڙي (1701ـ 1719ع) وٽ ملازم رهيو. روحل فقير (1734ـ 1804ع) ميان غلام شاهہ (1762ـ1772ع) جي ملازمت ۾ آيو هن ڪلهوڙن جي بادشاهہ گردي واري زماني (1762ـ 1782ع) جو پورو مشاهدو ڪيو آخر ملازمت ڇڏي ويراڳي ٿي ويو.

روحل فقير روماني رنگ ۾ اچڻ کان پوءِ پنهنجي حياتيءَ جو گهڻو حصو سير سياحت ۾ گذاريو. جوڌپور کان بيڪانير تائين خوب گهميو ڦريو جتي بہ ٿي پهتو اتي سوين ماڻهو سندس روحاني فيض کان سيراب پئي ٿيا. پنهنجي مريدن کي اڪثر جوڳ جي پاڪر ڏيندو هو ان ڪري جوڳي فقير وڏي حب سان سندس ارادتمنديءَ ۾ داخل ٿيندا رهيا. سير دوران هن جي ملاقات جوڌپور جي راجا بجي سنگهہ سان ٿي جنهن جي راضپي سان پاڻ ڪجهہ وقت جوڌپور ۾ رهي راجا کي صوفي مسلڪ کان واقف ڪيائين. ان لاءِ "آگم ورتا" رچيائين. جنهن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ روحل فقير کي هندو ڌرم ۽ ويدانت جي چڱيءَ پر ڄاڻ هئي. هن جي انهي روحاني ڪمال کي ڏسي راجا سندس معتقدن ۾ شامل ٿيو ۽ کيس جوڌپور ۾ رهي پوڻ لاءِ زور پريائين پر هي راضي نہ ٿيو.

جوڌپور جي راجا بجي سنگهہ (جنهن 1753ـ 1793ع) تائين حڪومت ڪئي) سنڌ جي حڪمران طبقي سان سياسي ناتا هئا. جن جو بنياد عمرڪوٽ جو قلعو ۽ پرڳڻو هو. 1780ع ۾ راجا بجي سنگهہ کي ميان عبدالنبي عمرڪوٽ جو آسرو ڏئي مير بحر خان جي قتل لاءِ تيار ڪيو. انهي مقصد واسطي راجا ٻن راٺوڙن کي پنهنجي پاران وڪيل بڻائي ميان عبدالنبي ڏانهن اُماڻيو جن سان ڪي ٻيا ماڻهو بہ گڏ هئا. راٺوڙن سازش موجب هڪ ڏينهن خط پڙهي ٻڌائڻ جي بهاني مير بحر تي اچانڪ حملو ڪري کيس ماري ڇڏيو. 1787ع ۾ وري ميان عبدالنبي ٽالپور اميرن مير عبدالله پٽ مير بجر خان ۽ ٻين کي دغا سان قتل ڪرايو. ائين هر ڀيري قرآن تي صلح ڪري وري ميرن کي دوکي سان مارائڻ سبب ملڪ ۾ ميان

عبدالنبي خلاف ماڻهن ۾ ڌڪار پيدا ٿي، نتيجي ۾ نيٺ مير فتح علي خان ٽالپور کي چڱمڙسيءَ جي پڳ ٻڌرائي سيئي مير لشڪر ڳڏ ڪري جنگ جي تياريءَ ۾ لڳي ويا. هوڏانهن جو ميان عبدالنبي کي اچي سر جي لڳي تنهن عمرڪوٽ وارو قلعو ۽ پرڳڻو جوڌپور جي راجا بجي سنگهہ کي ڏئي ڪانئس مدد طلب ڪئي.

راجا بجي سنگهہ پنهنجي سپہ سالار ڦلو سنگهہ جي اڳواڻي ۾ سنڌ ڏانهن پنهنجو لشڪر چاڙهي موڪليو پر ميان عبدالنبي وٽان هن کي پورو خرچ نہ مليو سو هو جيئن آيو هو تيئن واپس هليو ويو. ميان عبدالنبي نيٺ جنگ هارائي ويٺو ۽ مير فتح علي خان ٽالپر سنڌ جي گادي والاري ۽ ميان عبدالنبي ميرن سان ڦٿائي روهہ رلا مٽي ڪلا ٿي ويو.

سنڌ جيڪا مغل شاهي جي طويل تباهيءَ کان پوءِ 1836ع ڌاري پنهنجي پيرن تي بيهڻ جهڙي ٿي تہ نادر شاهہ 1739ع ۾ مٿانس ڪاهي آيو. وري ماڻهن اجا ساهہ مس پٽيو تہ 1754ع ۾ احمد شاهہ ابدالي اچي ڦهري ڪارروائي ڪئي، تنهن کان پوءِ ان جي پوين ٻيگهي مچائي ڏني، پڇاڙي ۾ مدد خان پٺاڻ 1780ع ڌاري هٽي هنڌ ڪري ڇڏيو.

روحل فقير پنهنجي اکين ۽ ڪنين اهي سيئي ڪلور ٻڌندو ۽ ڏسندو ٿي آيو. خاص ڪري شاهہ عنايت وارو سانحو (جيڪو سنڌس ويجهپ ۾ ٿي گذريو هو ۽ ان جا ڪيئي اکين ڏٺا شاهد موجود هئا) جڏهن هن اهل دل درويش جي ڏيان تي آيو تہ اڳو پوءِ لاڳاپا لاهي دنيا کي ڪوڙو واءُ ۽ ڪوڙي وڏائي ڇئي ترڪ ڪري وڃي ڪنڊڙيءَ ۾ ڪنڊ وسائي ويهي رهيو.

شاهہ عنايت (1656- 1718ع) مغل شاهي جي منظم ڪيل جاگيرداري نظام ۽ ان جي نمائندي ميان يارمحمد ۽ مغل شاهي ڇاڙتي نواب اعظم خان جي جبر خلاف بغاوت ڪندي "الارض للهِ" زمين خدا جي آهي، جو ڪيڙي سو ڪائي، جو نعرو هنيو تہ مٿس ڪفر جون فتوائون جاري ڪرائي ڪيس قتل جو سزاوار ٺهرايو ويو. مقالات الشعراء جي لکت

موجب: ميان يارمحمد ڪلهوڙو سنڌ جا سيئي زميندار ۽ انهن جا حمايتي جيڪي اڳ ۾ ئي شاھ عنايت ۽ سندس فقيرن تي سڙيا وبٺا هئا، تن مغل شاهي جي چرچ تي ماڪڙ وانگي مڙي سڙي اچي مٿانئن چڙهائي ڪئي. نيٺ شاھ عنايت قيد ٿيڻ کان پوءِ مغلن هٿان صلح جي بهاني قتل ٿي ويو.

روحل فقير جي گوشي نشيني ڏانهن رغبت الاهي عشق واري رمز موجب هئي، جيئن ان جي وسيلي خلق کي روشنيءَ جي راھ ڏيکاري سگهجي.

پاڻ چوي ٿو:

نہ مون جن نہ ڪن، اچي عشق اُتاريو اوچتو،
روحل چوي روح ۾، محبت محبوبن،
سيئي سجڻ آئيا، تات جنين جي تَن،
جنيءَ جڙ لڳي جَن، سي سائين ميڙيا سپرين.

هن ڪيٰ دنيا جي ڏنوانن يا ودوانن جي درس ۽ دور سان ڪائي بہ دلچسپي ڪانہ هئي، ڇاڪاڻ تہ هن کي پروڙ پئجي چڪي هئي تہ يتڪيل انسانيت کي نہ تہ دنيا جو دور ڪا تسلي ۽ تسڪين ڏياري سگهي ٿو نہ وري پراڻيون ڪتائون انساني زندگيءَ کي سنوارڻ سڌارڻ لاءِ ڪو ڪم ڏئي ٿيون سگهن:

پڙهيا بيد ڪتيب جا، تا ڏين ڏورانهان ڏس،
سي سچ سڃاڻن ڪينڪي، موهيا پسي مس،
رات ڏينهان روحل چوي، رڙهي تنهن کي رس،
پير پريان جو پس، نائي ڪنڌ قلوب ۾.

سيني صوفين وانگي روحل بہ اها تلقين ٿو ڪري تہ پنهنجي اندر ۾ ليئو پائي اول پاڻ پسڻ کپي، تنهن کان پوءِ پنهنجي رب ڏانهن رجوع ٿيڻ جي ڪجي، جيستائين انسان پاڻ تائين نٿو رسي، تيستائين پنهنجي رب

ڪي لهي نٿو سگهي. رب جيڪو حيات ۽ ڪائنات جو اصل مقصد آهي جنهن ڪي نيڪي ۽ سچائي جو سرچشمو چئجي ٿو.

روحل فقير جو عزيز مراد فقير جيڪو سندس رڱ ۾ رڱجي لال ٿيو تنهن بہ اها راهہ اختيار ڪندي ورجايو تہ:

دوست جنهين دا دل وچ هووي،

سا ڪيون ڳليان ڳولي.

لونءُ لونءُ دي وچ جهوڪ جنهين دي،

سا مول نہ ٿيوي اولي.

مراد فقير پنهنجي المستيءَ ۾ اچي خود روحل فقير جا راز پڌرا ڪري ڇڏيا. روحل جيڪي ڳالهيون رمز ۾ چئي ويو مراد فقير اهي پڌري پٽ چئي ڏنيون. هن الستي عشق سان گڏ حب الوطني جو بيان بہ برملا ڪري ڏنو:

ڪيتيءِ يار دي نال جو وعيد ميان،

درد والي رک ديد ميان!

وحدت دي وڻجاري هوڪي ڏيندي،

در در هل من مزيد ميان!

سر دي سودي سورهيہ ڪريندي،

سوري چڙهہ ٿيون شهيد ميان!

ماري مدد ڪون مل ڪر دور ڪرو

چوڙ وڃي يهودي يزيد ميان!

حب الوطن ايمان اسان ڏا،

مراد ڪرين اها عيد ميان!

شاعري انسان ۾ خودشناسي پيدا ڪري ان کي خداشناس بڻائي، سندس اخلاق جي اصلاح جو اپاءُ ڪري ٿي. ڪنهن ڏاهي چواڻي: جيڪڏهن انسان هڪٻئي کان نفرت ڪن تا ۽ هڪٻئي جي گلا غيبت

۾ پون ٿا، هڪٻئي کي ڏکوئين ٿا ۽ هڪٻئي کي غلام بڻائن ٿا. تنهن جو ڪارڻ اهو ناهي تہ هنن جي هدايت لاءِ مٿاهين قسم جا قاعدا موجود نہ آهن. اهي قاعدا تہ برابر هلندا اچن ٿا، پر شاعري پنهنجي خاص طريقي کان ڪم وٺي انسان لاءِ هزارين فڪر ۽ ويچار پيدا ڪري سندس ذهن کي بيداري ۽ قلبي وسعت بخشي ٿي. شاعري حيات ۽ ڪائنات جي حسن جمال کي بي نقاب ڪري ڏٺل وائٺل شين کي نئين ندرت سان پيش ڪري ٿي. هي جيڪي چيزون تخليق ڪندي آهي اهي ماڻهن جي دلين ۾ بلند اصولن ۽ نيڪ سيرتن جون روشنيون اپائي ٿيون ڇڏين.

اخلاق جو اصلي سرچشمو محبت آهي، يعني پنهنجي حدبنديءَ کان ٻاهر نڪري پنهنجو پاڻ کي حسن جي مظاهر سان (پوءِ اهو حسن ڪي ڪٽي کهڙيي بہ حالت يا صورت ۾ هجي) هڪ ڪرڻ کي ئي محبت چئي سگهجي ٿو. وڏي درجي واري نيڪي بہ اهو شخص ڪري سگهي ٿو جيڪو وڏي خيال جو مالڪ هوندو جنهن ۾ ٻين جي احساس ۽ جذبي کي سمجهڻ جي پوري صلاحيت هوندي، ۽ جيڪو سڀني انسانذات جي ڏک درد کي پنهنجو ڏک درد بڻائڻ وارو هوندو. حيات ۽ ڪائنات کي محبت کان محروم رکڻ ڪنهن بہ صورت ۾ درست نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي ٻئي حقيقي خالق جي فني ڪمال جو شاهڪار آهن، ان ڪري انهن سان محبت ڪرڻ گويا خدا سان محبت ڪرڻ آهي. انسان کي حيات ۽ ڪائنات جي هر انهي شيءِ بلڪ انسان جي فني تخليق سان محبت ڪرڻ گهرجي جيڪا حقيقت ۾ ڪائنات جي حسن جي ترجماني ڪري ٿي.

روحل فقير ۽ سندس قبيلي جي شاعرن انهيءَ ئي اصول تي هلي پنهنجي شعر ۽ فڪر کي بني نوع انسان جي ڀلائي ۽ رهنمائي لاءِ اڳيان آندو آهي، هنن مان دريا خان، روحل فقير کان پوءِ خاص ڪري ساراهڻ جوڳو آهي، جنهن جو ڪلام حيات ۽ ڪائنات جي حسن کي عشق جي نگاهہ سان نهاريندو نقاب کان بي نقاب ڪندو سڏ پڙاڏي جي صورت ۾ اوري پري پکڙندو وڃي ٿو. دنيا جي بيراڳين مان دريا خان بہ هڪ وڏو

ويراڳي هو جنهن خلق ۾ خدا جي محبت ۾ پاڻ موڪيو بيراڳين جا منشا بابت پاڻ چوي ٿو:

عام ڪان پاسي تا اورين،
آهن بر ۾ مڙهيون تن بيراڳين جون.
سک تنهين کي سور برابر ڏيهه ڏکن جو تا ڏورين،
درد وايون تن ويراڳين جون.
وجهي منهن مونن ۾، ڏيل اندر ۾ تا ڏارين،
هٿ سونهين سمرٽيون تن سامين جون.
دونهين پاسي دادلا، پاڻ پريون سي تا پورين،
ڪن جهد جفائون تن اوجاڳن جون.
درياخان سامي سڪ مان، گهورڪيو سر تا گهورين،
آهن طلبون سچيون تن تياڳين جون.

انسان ۾ جيڪڏهن بيداريءَ جو مادو آهي تہ هو ان جي آثارتي سيڪجهه ڪري سگهي ٿو، خطرن سان منهن ڏيڻ، پنهنجو پاڻ بابت ڏيان ڪرڻ، ٻئي جي دک درد جو ويچار ڪرڻ اهي سڀ ڳالهيون تيستائين نہ ٿيون نصيب ٿين جيستائين انسان بيدار نٿو ٿئي- دريا خان چوي ٿو:

اُٿي جاڳ جاني، پوئي ڪل ڪائي،
جاڳڻ ريءَ جالينديں، سورن ۾ سدائي.
درد دونس جن کي، مليو محب تن کي،
هميشه هيڪاندي جن ننڊڙي ڦٽائي.
سڪن سارين راتيون، جهدئون پائن جهاتيون،
اصل عاشقن جي آهي اَدِ اهائي.
مچي مرد تي تون، پيالو درد پي تون،
چڙي ساءُ سمهڻ جو ڪر وهڻ سان وفائي.
درياخان دير چڏ، سگهو پاڻ گوندر گڏ،
وجي تي ويسر ۾ عمر سڀ اجائي.

دريا خان جي سنڌ تي شاعري فڪر جي گهرائي ۽ خيال جي سچائي جي ڪري سنڌي ٻولي ۽ ثقافت جي سونهن آهي. سنڌس سادي پر متاهين خيال واري ڪافي آءُ ڪانگا ڪر ڳالهه. جڏهن ڀڳت ڪنور جي سريلي آلاپ ۾ ٻڌجي ٿي ته سوچ جي اونهائي ۾ وڃي من پريان جي پار پهچي ٿو.

سنڌي سرائڪي ٻئي ٻوليون پاڻ ۾ جاڙيون ڀينر آهن. سنڌ ۾ جتي سنڌيءَ کي وڏي چاهه ساهه ڳالهايو پڙهيو ۽ لکيو وڃي ٿو اتي سرائڪي به مانَ محبت لائق سمجهي وڃي ٿي. خاص ڪري سرائڪي ڪلام ته چڻ سڀ جي ساهه سان سانديل ٿو رهي.

دريا خان سنڌيءَ سان گڏ سرائڪيءَ کي به پنهنجي شاعريءَ وسيلي نپايو ۽ نوازيو آهي. مجلسي زندگي جنهن پيار محبت، علم عقيدت، عقل فضيلت ۽ فڪر هدايت جي راز نياز سان سينگاري وڃي ٿي، تنهن ۾ هتان جو غريب، امير ڀاڱي ڀائيوار رهي ٿو هر ڪنهن وٽ پنهنجي وت آهر اها رنگيني ڏني ويندي آهي. ڇاڪاڻ ته ان جي وسيلي دوستي ۽ وفاداري سان گڏ سماجي خيرخواهي، شادي غمي، ڪسي ڀڪي وغيره جي چيڙهي نبيري ٿيندي رهي ٿي. هي چڻ هڪڙي قسم جي تهذيبي تربيت جو باعث بڻجي ٿي. هتي سنڌي سرائڪيءَ جي نه فقط شاعري بلڪ ٽوٽڪا، ٽوٽا ۽ ٻيا ٽاٽا به پيا هلندا آهن، جنهن ڪريٰ مجلسي زندگي هيڪاري وڌيڪ دلچسپ ۽ ضروري لڳندي آهي.

دريا خان جنهن محبت سان سنڌي زبان کي پنهنجي فڪر ۽ خيال جو خزانو بڻايو آهي. اتي سرائڪيءَ کي به چڱو سرمايو عطا ڪيو اٿائين. هيٺين ڪافيءَ ۾ سندس سرمستي جو اظهار ڪيڏو نه اتاهون پيو لڳي:

ميخاني وچ مليا يارا وچڻ مسيتين کهڙا مقصدا

هتئون هادي دي جام پيتوسي،
کهنا ڪيف ڪلال ڏتوسي.

تنهن دي خاص خمار تالان ڪيتوسي تسبي تهجدا

مک محراب سجڻ دي صورت،
ٻي رنگ موهيا موهن مورت.

بتخاني ڪنون تي بيزار من مڪان ٿيوسي مسجدا!
ميخاني وچ مست ٿيوسي،
سجد، سجائد پيل ڳيوسي.
آپ اتي آيا اعتبار ورد وظيفي ٿيوسي سڀ ردا!
دريا خان آپ وچون نا آٿين،
حق سڃاٿين غير نہ تاٿين.
ڪول اکيان تہ هووئي، اظهار الله مرشد هڪائي هڪ حدا!
اهڙيءَ طرح سرائڪيءَ ۾ هڪ ٻي ڪافي بہ لاجواب آهي:
دل خانہ هي خود خانہ جي تون اپڻا آپ سڃاٿين
1- جوئي ظاهر سوئي باطن، بيشڪ يار يگانہ،
جي تون آپ وچون نا آٿين.....
2- جوئي عاشق سوئي معشوق، اي، او سڀ بهانہ
جي تون چاڻ اهين ڪونہ چاٿين.....
3. ڪل شيءِ محيط همہ وچ، سڀ صورت هڪ معني
الا، جلوي جوت سماٿي......
4. درياخان مڙڻ محال هوياهڻ هي صاحب دانا بينا
بدويندي هي دل وهائي......
سنڌي سرائڪي جيان دريا خان جي هندي شاعري بہ وڏي ڪمال واري آهي، ڪيترن شاعرن سنڌي سرائڪي کان علاوه هندي ۾ پڻ بهترين شاعري ڪئي آهي، جهڙوڪ هن خاندان جا مڙئي شاعر ۽ سندن همعصر صوفي جلال فقير ٽالپور وغيره جن جو پنهنجو پنهنجو انداز آهي، ان مان پتو پوي ٿو تہ هندي شاعري ۾ سنڌي شاعرن جو اهو ڪمال هندي شاعرن جي انهي ذڪر ۽ فلسفي جي رتيءَ واري رهاڻ جي نتيجي ۾ اپريو جيڪو صدين کان برصغير جي ڪنبڪرڇ تائين وسعت پذير ٿيندو رهيو. هتي نموني طور ڪجهہ هندي ڪلام ڏجي ٿو:

پريم پارکو ڪوئي نهين جو ڪري پريم پڇان
دريا خان جس گھر پريم هي، وهان هي پر گھٽ گيان

پريم پريمي ڪهين نهين، جي ڪري پريم ڏيان
"دريا خان" جس گھر پريم بسي، اس گھر بسي ڀڳوان

هن باري ۾ دريا خان جي هندي سي حرفي انهي ڪماليت واري آهي جيڪا ڪماليت ڀڳت ڪبير ۽ تلسي داس جي هندي ڪلام ۾ ملي ٿي، وڌيڪ تعريف اجائي ٿيندي، پڙهندڙ پاڻ ئي پڙهي فيصلو ڪري سگهن ٿا:

زار: رام ڪي نام سون، جن ڪي لاڳي پريت
دريا خان اس سنسار مون، هاري ليوي جيت

ل لا: لاڳي پريم ڪي، ڪڙڪ ڪليجي آءِ
تجھ بن ميرا ڪونهين، ڪون مٿآوي گھاءِ
نہ نا: نرڪي نرڪ سون، سرڳي سرگ سماءِ
جس ڪي جيسي چاڪري، ويسي ڪتي ڪماءِ.

سڄي سي حرفي نہ رڳو پڙهي، ويڙهي رکڻ جي پر ياد ڪري پرهہ ڦٽيءَ جو جهونگارڻ جهڙي آهي، جنهن مان انسان کي اهو لاڀ ملي ٿو جو زماني جي خفن کان آجو ٿي دل جو سڪون حاصل ڪري سگهي ٿو.

دريا خان جو سڄو ڪلام هونءَ تہ سون آهي، پر هي ڪافيون ڄڻ سون تي سهاڳي جئان پيون لڳن، جن مان هڪ ۾ انسان کي خودشناسي جي تلقين ڪيل آهي تہ ٻيءَ ۾ زندگي لاءِ جدوجهد جو سبق ملي ٿو:

(1) ٻاهريان تيرڻ چو پڇائين،
منهن مڙهيءَ دل پنهنجي نہ پائين.
سخت سفر چو ڪوشش ڪرين ٿو
پٽر پاڻيءَ ڏيان ڏرين ٿو
روح پنهنجي ۾ نہ رام ريجهائين.

گيتا پارس ڀاڳ پڙھين تو
پنھنجو پاڻ ۾ ڪين ڪڙھين تو
ڪتا ڪيو پيو لوڪ سڻائين.
پو ٿيو پستڪ بيد بتائين،
من پنھنجو پر ڀوڙ نہ لائين،
تو تا گيان پيو ڀين کي ڀڏائين.
دريا خان در در رکج درباري،
عشق سھٽي بن ڪوڙي تاڙي،
پنھنجو پاڻ ۾ چو نہ سمائين.

(2) مون کي ڏونگر ڏس ڏين تا،
ڙي آيل آديسين جو.
ڀڏي سندرو سچ جو
جي کھن سي لھن تا.
ووڙ تہ لھين ور کي،
چاري ھينءَ چون تا.
چڙھي جبل چوٽ تي،
متان روح رمَن تا.
دريا خان عين عجيب ري،
روئٽئان ڪين رھن تا.

پچاڙيءَ ۾ دريا خان جو ھڪ دوھو پيش ڪري ھي مھاڳ پڄاڻيءَ تي پھچائجي ٿو ھن دوھي ۾ سچن صوفين بابت بلڪل صحيح حقيقت پيش ڪئي وئي آھي:

ڏسي الک اکين سان، ٿيا سدا خوشحال،
ڪايا مايا ڪل جو ڇڏيائون سڀ خيال،

"درياخان" دلبر سان، اهـــي سدا رهن نهال،
ڏرم راءِ ۽ ڪال، ڏورئون تن ڏنڊوت ڪري.

هن ڪتاب جي ترتيب صرف دريا خان ڪنڊڙيءَ واري جي ڪلام تائين محدود هئي، پر وچ ۾ هن جي خاندان جي ٻين شاعرن، معتقدن ۽ همعصرن سان گڏ همنام دريا خان ڪلهوڙي جو ڪلام بہ مليو جنهن کي مختصر نموني مناسب سمجهي قلمبند ڪرڻو پيو.

ڪتاب جي ترتيب ۾ جن دوستن ۽ بزرگن جون محنتون منهنجي ڪم آيون، تن مان خادم حسين عباسي خيرپورميرس، مير مظفر تالپور تالپور وڏا، تاج جويو، تنوير عباسي ۽ لعل بخش تالپور ۽ ڊاڪٽر نواز علي شوق جا دل سان ٿورا مڃيان ٿو. تنهن سان گڏ سنڌي علم ادب جي سينگار سائين عبدالڪريم سنديلي جا بہ لک احسان، جنهن نوازش جي نظر سان نيازمند کي نوازيو.

فقط
**نياز همايوني**
اردو سائنس بورڊ، حيدرآباد، سنڌ
11. 12. 1980ع

# بيت

## سرجوڳ

ڏيئي جفا جند کي، تا لاھوتي لُڇن
سر ڏئي سرھا ٿيا، سچي سڪ سچن
اندر آڌوتين جي، تا دل ۾ دود دکن
اُھي پروانا پچن، دونھن جي ڏنڌڪار ۾.

جيئري جيءَ جدا ڪري، لالڻ لاءِ لُڇن
اورڻ آين پاڻ ۾ ڪنھن سان ڪين ڪڇن
پاڻئون سي پري ٿيا، ڪسڪيو ڪين ڪھن
اھي پورب ڪوھ پچن، جي نانگا نينھن نوازيا.

جوڳي ھن جھان جا، مايا پيا ميڙين
پئسي ڪاڻ پٽيل تا، جھٽ وجھي جھيڙين
ٿوري بيک بکيا رسي، ڦڪا ٿيا ڦيرين
پاڻ تہ ھيائي ۾ ھڏا، پر گر کي بہ تا ھوڙين
"دريا خان" ڪيڙسائي ڪيڙين جنھن جو
سلو سائو نہ ٿئي.

جوڳي ھن جھان جا، مايا ۾ موڙ ھا
ڪسي ڪرڪي ڪروڌ ۾، تا ڪنڌ وجھن ڪوڙا
دغابازيءَ جا دل ۾، ھڏن تا ھوڙا
چڏي لڙھ لباس جي، جتون ڪن جھوڙا
"دريا خان" ڪٽي خوار ٿيا، متي تي موڙا
پوءِ ڪھٽيءَ جا ڪوڙا، چو تو ڪن
چيرائين ڪاپڙي!

الک سان الک ٿيا، صاف صفا سامي
پڇي پروانن جان، ڪيهہ ٿيا ڪامي
معنيٰ ۾ محيط ٿيا، اکر ڇڏي عامي
ويڙن وهم وهامي، "دريا خان" دوئي سندا.

سامي سورن سامهان، تا آديسي اَچن
ڳر سان ڳڏجي ڳودڙيا، اونهي رمز رچين
پاڻ وڃائي پرليءَ جٽ جسي سان ڪن
موتو منجهہ محيط ٿيا، سي موٽي ڪين ملن
"دريا خان" آگ عشق جي، پارڻ منجهہ ٻرن
ٻيو سڀ ڏيئي ٻن، وڃي نانگا ڳڏيا ناٿ کي.

دونهين جي ڏنڏڪار تي، ٿامس سمرٿيون سورين
سنگيتون سامي سيل جون، چت اندر چورين
وجهي منهن مونن ۾، اونڌي ڪنڌ اورين
"دريا خان" خيال خوديءَ جا، قلب منجهان ڪورين
جي ڏيل اندر ڏورين، سي ويراڳي وصال ٿيا.

ويراڳي وصالِ ٿيا، ورهہ منجهہ ويا
بابو بديهي ٿيا، پاٿهون پري پيا
"دريا خان" خيال ڪنيا، تن خوديءَ جي خال ڪان.

نانگا ڳڏجي ناٿ کي، پاٿئون پري پيا
تن جوڳين جوڳ جُهار جا، سيئي وهم ويا
خودي ڪائي ڪيهہ ٿيا، سي مڙن ڪين ميا
تن سدا سک ٿيا، جن جيئري جيءُ جدا ڪيو.

نانگا نينهن نوازيا، تيا سنمک سناسي
تن ۾ جن تيرٿ ڪيا، سي ڪوھ پڇن ڪاسي
تڪيا ڇڏي طمع جا، تيا وحدت جا واسي
"دريا خان" ننگ ناموس ڪان، پيا پري پياسي
اهي عابد اَبناسي، وڃي الک سان الک تيا.

ڪن چيرائي ڪاپڙي، تئين پنڻ لئي پورو
ڪيييءُ ڪين قلوب مان، خوديءَ جو ڪورو
جي سامي هئين سورو، تہ قربئون وڃ نہ ڪاپڙي.

وحدت سندي ويڙھ ۾، ڪئي جوڳين جوءِ
تتي ڪيائون تڪيا، جتي هان نہ ڪا هوءِ
وڃي ات پيا اوءِ، جت هئڻ سپ هڃي ويو.

هئڻ سپ هڃي ويو تيا حيرت ۾ حيران
مازاغ البصر وما تغي، آڳي ڪيو احسان
"دريا خان" ري سبحان، ات ڪين ڏنائون ڪي ٻيو.

ڳل تمائون گودڙيون، سهٽي سونهن سندان
"دريا خان" آسڻ انهن جا، ڏوريان ڪين ڏسان
ووڙيندي وتان، دل تہ دلبر هٿ ۾.

جي پسڻ ڪان پاسي هيا، سي مون تيڙا سيڻ
راتيون ڏينهان تن جا، تيمر وروڻهان ويڻ
ٻين جون خوشيون ڪيڻ، منهنجو جيءُ جڪي تن جوڳئين.

## سر سهڻي

سانير جي ساهڙ جا، منجھ وجود وڄن
چڙ چڙ تن چڙن جي، وڏو روح رڄن
توڪل ترهو جن ڪي، سي سر جو سانگ نہ ڪن
"دريا خان" دور درياھ ۾، گهڙو ڪين ڪڻن
جي ميهر ميهر ڪن، سي نہ ٻڏنديون پار ۾.

سانير جي ساهڙ جا، منجھ سرير سُرن
واڃٽ ڪيو وجود ۾، ٻاهر ڪين ٻُرن
اچو سور چرن، تہ نڪو ساهڙ نہ ڪا سهڻي.

هڪ چونگار چڙن جي، ٻيو سمهڻ نہ ڏين سور
"دريا خان" مام ميهارجي، ڪئي چوٽي تائين چور
دلو ڪيائين دور، واهڙ تنهن ڪي وڪ ٿيو.

نڪو تر هو تار ۾، نہ ڪا سيٽھ ساڻ
ميهر جنهن ڪي من ۾، سا گهوريو گهوري ڀاڻ
تن ڪنڌيءَ ڪانهي ڪاڻ، پتڻ سي نہ پڇنديون.

نہ ڪو ترهو تار ۾، نہ ڪو ڪپر ڪانهن
جي مران تہ مان ٿئي، من مرون ڪائن مانهن
ڪهڙي ڪريان دانهن، ساهڙ ترهو ساڻ مون.

ڪي ٻيلاڪي ٻيٽ، ڪي واهڙ ڪي ڪنڌيون
نہ ڪو در درياھ ڪي، لس وهي ٿو ليٽ
ريءَ وسيلي ڏيٽ، تيندي مون ميهار سين.

سانيڻ جي ساهڙ جا، ٻيلي پاس ٻرن
اچي ويهن ڪين وٿاڻ تي، نڪي گاهه گهرن
اچيو سور چرن، مينهون تنهن ميهار جون.

نه ڪو ترهو تار ۾، گهيڙئون ڪين گهڙي
"دريا خان" دور درياهه جو ڏسي ڪين ڏري
ساو چئون ڪين وري، ميهر جنهن ڪي من ۾.

## سر سسئي

"دريا خان" ڪنهن سان ڪانه ڪئي نماڻيءَ نسبت
پاڻان پاسي ٿي ڏسي، جوءِ مڙيئي جت
پنهونءَ سان پهت، هيو انگ اڳيئي لکيو.

سوئي اکر سسئي، سوئي اکر سڪ
"دريا خان" پر جهان پاڻ ۾ ته آهي هڪوئي هڪ
لوڪان ڪري لڪ، ٿيو پنهون اولي پڏرو.

پاڻ وڃائي پر ڪي، سوجهج منجهه سرير
هو جو پنهان منجهه پساهه تي، سو باطن منجهه بصير
"دريا خان" سڪ سميع جي، ڪئي اندر منجهه اُڪير
هو جو ناظر منجهه نظير، تنهن کي ڏوريان ڏور ڇو؟

سائي صورت سسئي، سائي صورت ڏير
هاريءَ هٿڙ ڇڏيو، نه ڪو ويري وير
پسج پنهونءَ پير، نائي ڪنڌ قلوب ۾.

سائي صورت سسئي، سائي صورت سور
ڇڏي صورت صاف ٿي، مخفيءَ ۾ منظور
"دريا خان" ڏس نہ ڏور، پنهون پسج پاڻ ۾.

سائي صورت سسئي، سائي صورت جت
وس ويچاريءَ ڪونہ ڪو، ماري جا محبت
"دريا خان" پيڙس پرس سان، نماڻيءَ نسبت
هلي ساڻ همت، وڃي ويجهي ٿي وٽڪار ڪي.

سوئي اکر سسئي، سوئي اکر سور
مخفيءَ جو مذڪور، ٿيو پنهون اولي پڌرو.

سو ويري سو واهرو سو ڏونگر سو ڏک
ڏکن منجهان سک، ٿيو پنهون اولي پڌرو.

جيئن جيئن ڏسن اکيون، تئن تئن پرين ڏور
"دريا خان" ارني آهہ سين، سڙيو سينا طور
صورت ۾ جو سور، سو سيني منجهہ سمائيو.

"دريا خان" پسان پاڻ ۾، جان پنهونءَ جو پير
تہ نہ ڪا صورت سسئي، نہ ڪو ڏونگر ڏير
هن پوريءَ سندو پير، نسوروئي نينهن ٿيو.

## سر ليلان

آتڻ سڀ اندوهہ ٿيو رُنو ليلان رت
"دريا خان" ڪوڙيون ڪيتريون، هار هڻن ٿيون هٿ
هن مٽئي سندي مت، پينر لک پلائيون.

آتڻ سپ اندوهہ تيو لڏيو ليلان هاڻ
"دريا خان" ڪوڙيون ڪيتريون موهيون مٽئي ماڻ
چام چنيسر ساڻ، هاري هار نہ مٽيان.

آتڻ سپ اندوهہ تيو مڙيوئي ماتامُ
هاري انهيءَ هار تي، چاڻ وڃايو چامُ
"دريا خان" ڪوڙيون ڪيتريون، هارايون تنهن هامُ
هن مٽئي سندي مامُ، لڪن منجهان ڪو لهي.

نہ هي اُهي اکيون، جي ڏسن اُهي ڏيهہ
ڏسنديون سي ساٿيهہ، جت ناهہَ بنا ٻيو ناهہ ڪي.

## متفرقه بيت

نالو سنڌءِ ناهہ ڀر، وٿان جان ويهي
تہ نڪوآدمُ آدمي، نڪي اسين ئي
اَسين ڳولائو جن جا، سي پڻ اسين ئي
"دريا خان" ان عجيب جي، ڳالهہ ڪريان ڪيهي
ڏٺمُ سي ڏيهي، جي پسڻ ڪان پري هيا.

عاشق وڃجي اڌ تيا، سي وجودئون ويا
تهان پوءِ پيا، جت نهايت ناهہ ڪا.

رکي سر سنداڻ تي، ڪوري منجهہ ڪڄيج
واڄٽ وڏاٽن جا، مٿي سر سٽيج
"دريا خان" آگ عشق جي، ٻارڻ منجهہ ٻريج
تهان پوءِ پهيج، ڳالهہ پريان جي ڳجهہ جي.

ريءَ نڪتي ناهي، ٻـ ٻها سپرينءَ جي
وهمي انگ وجود تان، لاسين چڏ لاهي
"دريا خان" اکر ڪٿ اهي، تہ پسين منهن محبوب جو.

"دريا خان" پڙلاء پرجو جڏهن ڪن پيو
اکيون تنهن عجيب ۾، ٻجهن ڪين ٻيو
هچي تت ويو هينئڙو تنهن حيرت ۾.

نالو سندءِ ناھہ ۾، پسڻ پسارو
امر اشارو هي پڻ آهي هن جو.

بنا نالي سپيرين، آهي نالي تاھوڪو
جيڪي اوھان ڏٺو سا تان صورت صفت جي.

صورت نانءَ صفت جو مورت مثل نہ ڪو
جيڪي اوھان ڏٺو سو سڀ سارھہ صفت جي.

ڏسڻ ريءَ ڏسن، صورت سپرينءَ جي
اکيون رت رُئن، اڇيو تنهن عجيب ليءِ.

نڪو ماضي مجيان، نڪا صبح سار
"دريا خان" پر پچار نهي منجھہ نئين تي.

پڏر پيئون جي، آهي ور تنين کي ويجهڙو
ڪانڌ نہ پاسي جي، سي هليون حجابن ۾.

دل ته دلبر هٿ ۾، ٻئي تول ويا
تهان پوءِ پيا، اولانبا تنهن عشق جا.

الله جي اڏائيا، مٿا سي مردود
"دريا خان" وسهي صفت لکي، واقع منجهه وجود
بنا سر سجود، اَچا اَڳاهون تيو.

سو ويري سو واهرو سو ڏونگر سو ڏير
ڪپيريءَ جو پير، تيو پنهون اولي پڌرو.

جيئن جيئن وساريان، تيئن تيئن پرين پڌرا
"دريا خان" عهدون اڳي جيُ هيا سي سيئي ساريان
ويني نهاريان، آءُ نه ڇاڻان ڳڻ ڪي.

نالو سنڌءِ نانهن ۾، نانهه ٻه نمونو
نفي ۽ اثبات ڪان، اجا پنڌ اونهو
"دريا خان" آءُ عهد ڪان جوڳي پسن جهونو
هي ڪات اهو ڪهنو جنهن عاشق اڌو اڌ ڪي.

نالو سنڌءِ ناهه ۾، پسڻ ڪر پاسي
وحدت ڪي واسي، رکج سر سنداڻ تي.

بنا صورت سوجهه، مورت جا محبوب جي
ڇڏ نمونو نانهه ۾، ڪاهوڙي تي ڪوج
هي اکر ڇڏ اَبوجهه، معني ۾ محيط تي.

جيڪي ڏنم ڪالهه، اَج نه اهي وسهان
نه ڪو استقبال، نه ڪو ماضي مڃيان.

نہ ڪا ذات صفات، نالو متش نانھ ڪو
"دريا خان" پر جهان پاڙ ۾، نہ ڪا وائي وات
هڪ اڏي ڀيو ڪات، اڳيون آهي اُن جي.

ڀيجل ٻولي ڪينڪي، تندون تنوارين
مون کي ٽيون مارين، معمائون مڱٽھار جون.

اولانبا تنهن عشق جا، اندر ۾ آهين
"دريا خان" لوسي لوهي جي، ڪوريءَ ۾ ڪاٽين
آگ نہ اُجهائين، ٻارن تا ٻيٽي ڪيون.

نہ ڪو ماڳ متيءَ جو نہ ڪو ديس نہ ويس
بنا ڏسڻ ڏيس، ڏسين جي ڏسڻ ڪي.

ڏسي الک اکين سان، ٿيا سدا خوشحال
ڪايا مايا ڪل جو ڇڏيائون سڀ خيال
"دريا خان" دلبر سان اهي سدا رهن نهال
ڏرم راءِ ۽ ڪال، ڏورئون تن ڏنڊوت ڪري.

دوستي "دريا خان" چوي، ڪوڙن سين ڪيهي
اسين ٻيا ريڙهيون ريج ڏي، هو سڪيءَ ڏي ڀيئي
چئي چڪاسون ڪيترو ڏهنايون ڏيئي
جن کي پاٽان ناپيئي، تنهن کي چئي چئبو ڪيترو.

دلبر تنهنجي ديس تي، جوڳي آءُ ٿيندياس
لاهي لٽا لڱن تان، اَلفي اوڍيندياس

پنڻ پنج ڪٽيون، وحدت سان ويندياس
عرض عجيبن کي، قربئون آءَ ڪندياس
"دريا خان" جيسين جئندياس، در نہ ڇڏيندس دوست جو.

عاشقن جي اندر ۾، اَچي عشق ڏني اَوڙ
ويهي ويو وجود ۾، غازي ڏيئي گوڙ
هنيائين هٿڻ کي،"لا" جي کٽي لوڙ
"دريا خان" اُميدن جا، هاڻ سڳا سپيئي توڙ.

*

## ڪافي بلاولي

آءُ ڪانگا ڪر ڳالهہ، مون کي تن ماروئڙن جي،
ماروئڙن جي، سانگيئڙن جي.

هن عمر تنهنجا ماڙيون بنگلا، ڳهہ ڪنگڻ ڪنمال،
مون کي تن ماروئڙن جي.

پٽ پهرينديس ڪينڪي، عمرا لوئي اباڻي لال،
مون کي تن ماروئڙن جي.

پائڙن ۽ پينڙن ريءَ هتڙي، ساعت پانيان سال،
مون کي تن ماروئڙن جي.

آءُ ڏهاڳڻ تن ريءَ هتڙي، خوش وسن اُهي شال،
مون کي تن ماروئڙن جي.

"دريا خان" مارن ريءَ هتڙي، هئي هئي هيٺا حال،
مون کي تن ماروئڙن جي.

## ڪافي بروو

ماري مارن جي مذڪور، عمرا آءُ اُڪنديِ آهيان.

وٺي ويڙهيچن مون کي ڏوٽين ڪان ڪيو ڏور، عمرا
ڪيئنءَ ڪنبون هت ڪاتيان.

سرتين سنگهارن جا* پلپل پونمر پور، عمرا
پاند ڳچيءَ ڳل پانيان.

جي ڏنا ٿئي جيءَ ۾ سوين مون کي سور، عمرا
سي ڪينءَ ساهه سهائيان.

سيٹن سندي سرتيون مون کي چاڪن ڪيو چور، عمرا
گهماءِ هٽي پاڻ گهائيان.

وٽي وچان ويڙهه ۾، مان لهن هي سور، عمرا
ڏوهن منجهه ڏهائيان.

"دريا خان دلبر دل ۾، تنهن تان مٺ نه محبت مور، عمرا
ڳڻ ڳالهيون تو ڳائيان.

## ڪافي جوڳ

پهچن منهنجون مارونڙن ٿي، دل درد جون دانهون
درد جون دانهون پٽي من، اچن اوڏاهون.

ٿيس بنديائي بند ۾، هيون سي ويون واهون،
هڪ قيد ڪڙا هيون ڪوٽيون، ٻئي هٿ ٻڌايمر ٻانهون.
هت وساري ويهي رهيا، ريءَ ڏوهه گناهون،
مانَ ٻڌن سڏڙا هن، عاجز جون آهون.
سرتيون سنگهارن کي، وجي پسان پراهون،
ايندا مارو جبڏيون، ڪاهه ڪري ڪاهون.
ظلم ضعيفن تي عمرا چوهه ڪرين چاهون،
سانگ اباڻن سومرا، الاهه ڪندو اوماهون.
اَديون اَباڻن جا، تي رند پچان راهون،
"دريا خان" ملڪ ملهير ڏي، ٿيون وسنون واهون.

* ٻئي نسخي ۾: ڪيون مينهن منداڻون.

## ڪافي بروو

آءُ مارن ريءَ هت ماندي، اُهي ايندم شال ايندا.

آءُ پنهنجي سگهارن سان، هيڪر ٿيان هيڪاندي،
اهي نيندم شال نيندا.

سوين گوندر گڏ ٿيا، ويل نہ آهيان واندي،
اِهي ويندم شال ويندا.

آٿي عمرڪوٽ ۾، ڪيءُ بنديائي باندي،
هي جيئندم شال جيئندا.

"دريا خان" خبر ڪيت جي، اُن اَسان لاءِ آندي،
اهي ڏيندم شال ڏيندا.

## ڪافي پهاڙي

ڏوري ڏسان شل ڏوٽيئڙا، ڏوٽيئڙا مٺا ماروئڙا.

عمر انهن ريءَ آهيان اُداسي، تن مارن ريءَ دلڙي پياسي،
وري وڃي شال وطن وسان.

قسمت قيد ڏاڍا بند باري، نيڻ نير وهن ٿا جاري،
ٻن عمرا تنهنجون چاهون چسان.

اُڪنڊ اَباڻن هينئڙي هوري، سوين گوندر جهڄان تن جهوري،
عمرا انهن جي شل راڄ رسان.

"دريا خان" مارن ريءَ دل ماندي، هيڪر گڏ ٿيان هيڪاندي،
ساڻ سانگين لاهيان هيانو سڪان.

## ڪافي جوڳ

منهنجي ماڙ مارن ڪؤن ٽيندي
ڪھ ڏينهن ڏکيا پرڏيھ جا.
عمر اباڻن سان وڃي، پيچ پاٽي گڏ پئندي
ڪھ ڏينهن ڏکيا پرڏيھ جا.
سرتيون سنگهارن سان وڃي، چاڪ سيني جا سيندي
ڪھ ڏينهن ڏکيا پرڏيھ جا.
ٻن حلوا هن هنڌ جا، وڃي ڪيت ڪنيون گڏ ڪيندي
ڪھ ڏينهن ڏکيا پرڏيھ جا.
”دريا خان“ ماروئڙن جي، جوءِ ڏسي دل جيئندي
ڪھ ڏينهن ڏکيا پرڏيھ جا.

❊

ماروئڙن ڪان شال، اچي خبر خوشيءَ جي.

مون جيڏيون ملهير ۾، اُوڏين لويون لال
اچي خبر خوشيءَ جي.
هڪ پهر پرڏيھ ۾، جالڻ آهہ جنجال
اچي خبر خوشيءَ جي.
اُتا مينهن ملير تي، پلر پاٽي جال
اچي خبر خوشيءَ جي.
”دريا خان“ ماروئڙا ملندا، لهندا قيد ڪشال
اچي خبر خوشيءَ جي.

*

وسئون تيڙم ووٺي، سانگين پاسي اڄ سانگ ٿيا.
جنھن لئي جيءَ جلي تو ھئي ھئي، ڇڏيان ڪين اھوئي.
ڪينءَ جيئان ھت جيڏيون، پنھوارن ڪان پوئي.
پڪا پڪن سامھون، اوڏا تان اڏيوئي.
محبت جي ميدان ۾، ڪامل ايندو ڪوئي.
"دريا خان" آھي دائم دل ۾، مون کي سانوڻ سوئي.

## ڪافي بروو

پيچ تون ڪڙا قيد ڪنجيون ڪلف قضا جا
تہ وجي مارن سان گھاريان، ڏکيا ڏينھن نہ ساريان.
ٿيس ڏوٿين ڪان ڏور پون پلپل پور
انھي سوز سار جا، سي ويھي ڪينءَ وساريان
سدا سک تن جا ساريان.
ٻن ھي باغ بھاران، راھون روز نھاريان
سيئي خار خزان جا، وھہ ويڙھيچن چاران
جتان وڃي پوءِ پڪاريان.
لکيو لوح ۾ جو ھو سو سيوئي پاڙڻ مون پيو
آھي رب جي رضا جا، سي ڳالھيون ڪنھن سان ڳرھيان
سي ونھيا ڪينءَ وساريان.
"دريا خان" گھران سدا دان تو*، دم سبحاني روز جزاتو
تنھنجو عشق اجاريان، تون ھي تون تنواريان
تون ھي تون تنواريان.

---

* ٻئي نسخي ۾: گھران دان سداتو

## ڪافي اوڙائو

مارو ماڳ موٽي ملندا،
آءَ ڏکيا ڏينهن نہ ساريان
سنگهارن ريءَ سرتيون، گوندر منجهہ گذاريان.
رهان ان جي راڄ ۾، پٽ پنهوارن پاريان.
سانگي ويڙم سانگ تي، ويڙهيچن ڪي راريان.
"دريا خان" ڏوٽي ڏور تيا، ڪهہ گهڙيون هٿ گهاريان.

## ڪافي ڪلياڻ

من ڪاڏو مارن ڏي، اڄ ڪو قاصد ايندم ڙي.
رهبر تنهنجا راتيون ڏينهان، رويون راهہ نهاريان،
ماڙين ۾ مارن ريءَ ماندي، گوندر منجهہ گذاريان،
ڏي ڪا خبر ڪري، ڪو نيڻن مان نيندم ڙي.
خاطي تنهنجي خاطران، هٿ پوٽيدار پڇايان،
سڏي ٻانيڻ جوتشي جوڳي، وهيون روز واچايان،
جو مون مارن حال چوي، اڄ تنهن ٽورو تيندم ڙي.
مارن ماڳ ملير اُنو، هٿ گاهن لاتيون گلزاريون،
پسي پٽ پڪا تيا پيرون، واهہ ويڙهيچن جون واڙيون،
مان اَچي هٿ ماندي ڪي، ڪو ڏس ڏوٽين جو ڏيندم ڙي.
"دريا خان" مارو مور نہ ڇڏيندا، آئون انهن جي آهيان،
سور سختيون سر تي، آس نہ انهن جي لاهيان،
شال وسان وچي ويڙهيچن ۾، تان هي وهم سيئي ويندم ڙي.

## ڪافي پهاڙي

ٻن عمر اِهي ماڙيون، اسان جا ياڻ پٽن پرواڙيون.
ڪڍ بنديائي بند مؤن، نيرن مان هي نماڻي
ماڻيان ملڪ ملهير وڃي، هت پيچ پيان گڏ پاڻي
رويون راهه نهاريان تن جا، ڳوڙها ڳلن تان ڳاڙيون.
هوڏي مارن مينهن وسائيا، گاهن ڪيون گلزاريون
چيڙين ڏڻ تہ ڏنارا، سي طرحين طرحين ڪن تنوارون
ڪائن ڪاڄ ڪنين جا خاصا، آٽيو ڏٽ تہ ڏهاڙيون.
ڪينءَ جيئان مان هت جڳ ۾، جيڏيون مهڻن تان ماري
سانگي من سانگي اچن، هت تهدل ڪريان تياري
آچ نہ عمر اهي پٽ پٽولا، اهي پهرين ڪين پهنواريون.
ڏي موڪل ميان سومرا، هي اَجڙوال اماڻيون
"درياخان" آهن آيل انهن ڪي، انهن ڳالهين ڪان عاريون
اوڏين خوب ڪٽيون هت خاصيون، لال لوليون سي ڳاڙهيون.

## ڪافي بلاولي

عمر اهي شال ايندا، منهنجا ماروئڙا
لا، منهنجا سانگيئڙا.
ايندا اٿم آسرو منجهئون سڪ سڏيندا
لا، منهنجا ماروئڙا.
آءُ انهن جي آهيان، چنيو ڪين ڇڏيندا
لا، منهنجا ماروئڙا.
اچڻ انهن جا اڄ اسان تي، لڪ ٽورا ٽيندا
لا، منهنجا ماروئڙا.
"دريا خان" خبر خوشيءَ جي، ڏوٽيئڙا ڏيندا
لا، منهنجا سانگيئڙا.

## ڪافي جوڳ

ڏسي ڏک ٿيو ڪي ڏيل، ڳُھ محل ماڙيون.

واھ مارن جا ڪرڙ ڪٽيريون، لال لوليون تہ ڪن ڪي پوريون،
ڏونرا ڏٿ سبيل، گھر گندين گھر واريون.
ياڻ پنن پڪا پھنوارا، قوت مارن جو ڏٿ ۽ ڏونرا،
اصل انهن ڪي ايل، چانور ڏيو ڪينءَ ڪينءَ چاڙهيون.
ٻن زري زر طول وهاٽا، ڳُھ ڪنڊن جا تنهنجا ڪاٽا،
سانگين سان ست سيل، لوح لکيو جن جاڙيون.
”دريا خان“ مارن مينهن ماندٻاٽا، خوش وسن شل ڏيھ ڏاڏاٽا،
پسي پڪا ٿيا پيلھ، ڳاڱيون سي ڳاڙهيون.

## ڪافي لوڙائو پهاڙي

ونھيا وس وري ايندم لوءِ لڏي،
پڪا ساڻ پکن جي اوڏاڪن اَڏي.
خواب خيال سدا ماروئڙن من ۾،
پلپل پور پون طرحين تن ۾،
آيم خبر ڪري، نيندم سانگ سڏي.
ڏيھ ڏورانھان ڏوتي ڏور رهيا،
ڪيڍ بندياٽي بند مان اجهڙوال اها،
پنن منجھ سڏي، ڪندا گڏ تہ گڏي.
قيدئون ڪيڍ تہ وري عمر وطن ويجان،
ميڙائي جي مون ڪي آهي اميد اجا،
ويجان وطن وري ماڙيون محل چڏي.
”دريا خان“ ڏوري ڏسان اُهي سانگ سَڪا،
ڳُھ ڪنڊن جا ڪائڻ ورسي پيرون پڪا،
سوئي سگر سدا، ڪيان تن جي تڏي.

## ڪافي پهاڙي

جيءُ جنين ليءُ جوڳي تيڙو
ڏيهه ويا اُٿم ڏيهي.
اُنو ملڪ ماروئڙن جو هت ورهه وڃايم ويهي.
کُهه ڪنڌن جا ڪانڌ خاصا، ور ڏونرا پرين جا ڏيهي.
صحيح غلام علي جو سڏايم، جنهن نينهن لايو مون کي نيهي
هادي حق حقاني ڳالهيون، رمز حُقي سان ريهي.
"دريا خان" دلبر ديس پنهنجي کي پاڻ پسج پيهي،
مرشد وارو حال اسان تي، جيهي آهيان تيهي.

## ڪافي بروو

آيو فرمانين فرمان، هاتف عشق آواز الستي.

عشق روايت راوي ڪري تو
سر عشاقان قدم ڌري تو
پڌ فرمودو فرقان،
موتو ثي وڃاءِ هيءَ هستي.

اول جسم کان ڪر تون جدائي،
ڏي سر عاشق عشق ادائي،
وفي اَنفسڪم قول قرآن،
ماڻ محبت حق جي،

ظاهر ذات صفات سڃاڻي،
عاشق عشق جون موجان ماڻي،
هي گهر هستيءَ جو ڪر ويران،
ڏي سر سودو دست بہ دستي.

"دريا خان" گوءِ ڪٽي کي غازي،
هي جڳ سارو طلسم بازي،
عشق ڏچون يار نينهن نشان،
ڪوڙ تون عاشق وحدت وستي.

## ڪافي

پاڻ وڃائي پاڻ سڃاتم، پيو ڇاتم سو ڇاڻ ويو.

فانما تولو فثم وجه الله،
پيائيءَ وارو پاڻ ويو.

جو ڳوليم تي ڳوٺ ڳليءَ ۾،
سو تان وچون ئي پاڻ ويو.

پنهنجو پاڻ ۾ پاتم جهاتي،
پيو پهه پنڌ پرياڻ ويو.

"دريا خان" بحر بيرنگيءَ ۾،
عقل سندو اُهڃاڻ ويو.

## ڪافي سسئي

عام ڪان پاسي تا اورين، بر ۾ مڙهيون بيراڳين جون.
سڪ تنين ڪي سور برابر، ڏيهه ڏکن جا تا ڏورين،
ورهه وايون تن ويراڳين جون.
دونهين پاسي دادلا، پاڻ پريون سي تا پورين،
ڪن جهد جفائون اوجاڳن جون.
وجهي منهن مونن ۾، ڏيل اندر ۾ تا ڏورين،
هت سونهن سمرٽيون سامين جون.
"دريا خان" سامي سڪ مان، گهور ڪيو سر گهورين،
آهن طلبون سچيون تن تياڳين جون.

## ڪافي بروو

اُڏ ڪانگ خبر ڏي ڪري، مارن ريءَ هي حال ٿيو.

چئج سلام سنيها ساري،
ڏوهہ ڪيهي هت وينا وساري،
هئي هئي تن ريءَ ساعت نہ سري،
جيئڻ هتي جنجال ٿيو.

پيو پيغام چئج هي پانڌي،
نيئي گڏيو گر هيڪر هيءَ ماندي،
توڙي ڪوتي آهيان ڪري،
ڪرم لکيو مون ڪشال ٿيو.

تيون پيغام چئج دل لائي،
ريءَ اوهان منهنجو هت چاهي،
اِها . تيڙم ڳالهہ ڳري،
راتيان ڏينهان اوهان جو خيال ٿيو.

"دريا خان" چاڻ اهو چاتم،
ٻاهر پير پکي نا پاتم،
انهن مهٽن کان وچان شال مري،
صاحب ڪي هي سوال ٿيو.

## ڪافي بلاولي

آنڌائين عادت توڙ نڀائي،
ڏاڍي عشق ڪنئي اُچائي.

تير اکين جا آهن تکيرا، ڦاڙيو وجهن ڦڦڙ ۽ جيرا،
وڏئون پئون ست يار لنگهائي.

عشق پٽاري آهي بازي، ملان هجي توڙي قاضي،
عشق آزيون الڳ ڪرائي.

ساڻ جنين جي رکي ياري، سر سلامت پهون خواري،
ترڪ وارا آٽي سلهائي.

عشق جنهن سر ڪري تو مارو، مرد هجي توڙي پنج هٿيارو،
وجهي تنهن دم يار سٽائي.

عشق"دريا خان" فوجان چاڙهيون، هٿين ڏئي سيف اُگهاڙيون،
ڏي مئلن کي تو مارائي.

## ڪافي ڪلياڻ

هن سمي جي سهاڳ، نوريون سڀ نوازيون.

جن مان اچي چٽ مچيءَ جي، اتي عطر تيو اَجهاڳ،

جن ڪُم ڪديا تي پوٽيون، تن جي پر ڏنو آ پاڳ،
هو محلن ۾ ويهي ڪري، ڪن رهاٽيون راڳ.

ٿيا انعامي تن تي، ڪيئي باغيچا باغ،
مٿان تن معافي ٿيا، ويا ڏکيا ڏينهن ڏهاڳ.

چام تماچي تن جي، اچي منهه وينو ماڳ،
"دريا خان" تڏهن تن جا، سولا ٿيا سياڳ.

## ڪافي جوڳ

عشق جي مڪتب ۾ ويھي، ڪر درد جو دل ۾ درڪ!
ڪوڙيون ڪتابن جون پڙھين، ھِن ھُن وڏو آھي فرق!*

اڪرن ۾ جيڪي اڙيا، عشق جي چاڙھي مور نہ چڙھيا،**
ڪنھن جي ميين تا ڪينڪي، آھن وڏا ساڙن سڙيا،
ھاديءَ ڏنو جنھن کي حرف، ويڙھي ڇڏيائون سڀ ورق!

جيڪي خدا فرمائيو روڳي انھيءَ تي نا رھن،
رشوا وٺي رواز تي، ڪوڙا مسئلا تا ڪھن،
ٿيا طمع جا طالبو اھي غرض پنھنجي ۾ غرق!

عشق کان آزاد ٿيا، ورد وظيفا تا پڙھن،
منھن ڍڪيو ماٺھن اڳيان دعوتن تي ڊوڙ ڪن،
نقطو پڙھن جي نيھن جو ڪن تال تسبي جو ترڪ!

"دريا خان" دفتر درد جا، پڙھيا سي مست ٿيا،
پاڙيائون سخن پانھنجا، جيڪي سچا الست جا،
فاني ٿيا في الله ۾، اھو پڙھن ھردم سبق!

---

* رند روز شب آھن مدا، وحدت جي واديءَ ۾ غرق،
ڪوڙيون ڪتابن جون پڙھن، تہ بہ آھہ ھِن ھُن ۾ فرق.
(خوش خيرمحمد نقير)
ھي وجي تان ھو ٽئي ۽ ڳالھ پئي ساري پڏر
ڪوڙيون ڪتابن جون پڙھين، آھي زھد تقوي سڀ ضرر.
(غلام حيدر نقير)

** اکر ان دي وچ جوئي اَڙيا، عشق دي چاڙھي مول نہ چڙھيا.
(بيدل نقير)

## ڪافي پيروي

منجهه جوش جبل ڪوهه طور جلي،
ڏاڍو تاب حسن جو ڪير جهلي.

رب ارني* موسيٰ تي چيو
لسن تراني** الهام تيو
ڪيئي وير وڏا انهي چل چلي.

سوين عاشق جيڪي درد مُٺا،
ڪيئي ناز نيڻن جي ڪات ڪٺا،
پاتو شيخ صنعان زنار ڳلي.

عشق جنين تي قدم ڌري،
اهي ڌوهه ثواب ڪان پيا نہ پري،
هت ٻي نہ ڪنهين جي ڪانہ هلي.

"دريا ـ خان" عاشق آهه نہ ڪن،
اهي بن محبوبن ڪين مڙن،
ڏسي پتنگ شمع کي ڪينءَ ولي.***

---

* رب اَرني: پنهنجو منهن ڏيکار.
** لن تراني: تون نہ ڏسي سگهندين!
*** لن تراني: تون نہ ڏسي سگهندين!
* لن تراني: تون نہ ڏسي سگهندين!
* لن تراني: تون نہ ڏسي سگهندين!
* واپس اچي.

## ڪافي روپ ڪلياڻ

ڇڏو سارو ياد رک تون، ذات پنهنجي دم بدم،
سچ آهين سلطان تون، ڪل شيءِ تي آ تنهنجو قدم.
خلق ۾ خالق نہ هو شيطان ڇو سجدو ڪيو
جڏهن پاڻ هن ۾ حق ٿيو تڏهن اَمر ڪي ڪيائين عدم.
ڪير آن ڪنهن کي تو ڳولين، ڇو تو رب پنهنجي کي رولين،
خبر لهہ ڪا خيال جي، هر حاج آهہ تو ۾ هضم.
قرآن ۾ ڪين تو ڇيو مون ڪان سواءِ ناهي ٻيو
ڏٺي ٻانهون ڪٿن ٿيو موتوءَ وارو هي ماتم.
نانءُ "دريا خان" ڇو سڏائين، الف مان آدم تي آئين،
اهڙا لقب ڇو تو لائين، ڪر خيال خوف وارو ختم.

## ڪافي بروو

برهہ نہ پانيم جيڏيون، آهي عشق اڙانگو اديون.
رائي ۾ تي راهہ نهاريان، هي هي ڪريو هنجون هاريان،
نيڻن وهايم نديون.
روهن ۾ تي ڪريان راڙون، جت ڪري ويا مئيءَ سان جاڙون،
ور وڃن تا وٺيون.
گورا گس هلن تا گامون، ڪر هن کي تن هنيون ڪامون،
ٻيلهہ وڃن تا ٻڏيون.
"دريا خان" دلبر دل ۾ دائم، سگ غلام علي جو سڏايم،
معاف ٿيم سڀ مديون.

## ڪافي روپ شان

هوتن ريءَ هي حال جيڏيون، ڪنهن سان اوريان اور عجيبن!
غفلت بازي يار گنوائي، هي هتان ويم هوت چڙائي،
ڪيچي هئي هئي ڪالهہ.
سرتيون سگ نہ ٻيو ڪو ساهيان، دم دم پوتيدار پچايان،
جوڳين جي اتم جال.
ڪهندس ڪيچ ڪشال ڪاهي، لهندس لوڪ لاڳاپا لاهي،
ڇپر ڪنديس چال.
رهبر عشق اول ڪان آيم. صحيح غلام علي جو سڏايم.
ڪيڙم نظر نهال.
"دريا خان" عشق اندر جن آهي، ڇپر ڀنڊ تنين ڪي چاهي،
ڪونهي ڪيچ ڪشال.

## ڪافي سارنگ

اڱڻ اسان جي آءُ تون يار
اصل اسان جو آهي نينهن جو ناتو.
سرتيون سيئي مون ڪي ڏين واڌايون،
پير پريتڙون پاءِ تون يار
سڪ سڄڻ تنهنجي اندر اُوراتو.
ڳالهيون ڏکن سورن جون سيئي،
دوست ٻڌي دل لاءِ تون يار
آهي اسان جو اهو خيال جو ڪاتو.
آءُ تہ عيدون تين اسان گهر،
پاڻ پنهنجو پلاءِ تون يار
عشق تہ تنهنجو جو مون سر چاتو.
"دريا خان" درس تنهنجي جو پياسي،
تنهن سان رمزون لاءِ تون يار
ڳوٺ ڳليءَ تنهنجو ڳڻ ڳاتو.

## ڪافي پهاڙي

وئــي وري ڪــن ڳــالـهين ســان،
منهنجي دلڙي ڪنهن دستور ميان!
اڳي ڪان بہ اڳرو ڪو پرايم پور ميان،
منهنجي دلڙي ڪنهن دستور ميان!
ڪنهن سان اوريان آءٌ وڃي، ساھہ پنهنجي جا سور ميان،
منهنجي دلڙي ڪنهن دستور ميان!
وڃي دست چڙهي دوستن جي، سا ڪيئن موٽي مور ميان،
منهنجي دلڙي ڪنهن دستور ميان!
”درياخان“ وڃي ملنديس تن کي، جن جو آهي ذوق ضرور ميان،
منهنجي دلڙي ڪنهن دستور ميان!

## ڪافي بروو

ڪر عشق الھہ اختيار يار! تو ڪيئن غافل ڏينهن گذاريا.
ونحن اقرب پاڻ چيائين، اهو هو ڪو حق ڏنائين،
ٻڌ گوش ڏئي گفتار، موتو ٿيا سي ڪنهن نہ ماريا.
نينهن نهوڙيا ڪي ناميا نيهي، رمز غشاقن جيهي ڪيهي،
آيو منصور جي دار، ڳالھہ انهيءَ تان ڪيئي ڳاريا.
بات برھہ جي بيحد باري، سر عشاقن آئي ساري،
وھہ عاشق مرد عطار جنهن ٻول ٻيائي جا سڀ ٻاريا.
ذڪريا سر ڪرٽ وجهاييءِ، ابراهيم آڙاھہ اڙاييءِ،
پاتو ڳل صنعان زنار تنهن زاهد زهد جا ورق وساريا.
”دريا خان“ دعوا عشق ڌري ٿو نو نو باتيان برھہ ڪري ٿو
ڏسو عشق سندو اسرار غلام علي گرو غير اتاريا.

## ڪافي لوڙائو پهاڙي

سهڻي يار جي ديدار جو اسرار اهو آهه.

صحيح پاڻ تون سڃاڻ، السني اُهڃاڻ ڪي،
و نحن اقرب نروار سو هر وار اهو آهه.

منجهون ميم تي مختار آيو اوتار انهيءَ ۾،
سچي عشق جي گفتار جو اعتبار اهو ئي آهه.

گل گلزار سوين يار، ڪليا باغ بهاران،
چمن چمن چوڌار سو هيڪار اهو آهه.

"دريا خان" ڏر ڏيان، ڇڏ گمان، گذر جو امڪان،
موتو تي مڙ نه يار جو اقرار اهو آهه.

## ڪافي ڪوهياري

تن آديسين جي اچڻ جا، اڄ ڪي اَجام تيا.
سنياسي مون سيڻ ڪيا.
جوڳي يوڳي ڪاپڙي، وڃائي وڃي واٽ تيا،
سنياسي مون سيڻ ڪيا.
سامين سنگتيون سيل جون، ويراڳي مون وتان ويا،
سنياسي مون سيڻ ڪيا.
گرچڻ گڏيل اتن گودڙيون، هرڪو اچي سين نِوا،
سنياسي مون سيڻ ڪيا.
"درياخان" پاڙي پرين جي، جڳ جڳ پيئي شال جيئان،
سنياسي مون سيڻ ڪيا.

❊

آهين الله سر ساڳيو اچي آدم نانءُ سڏايو ٿي.

چو ٿو ڳولين چو ٿو ڦولين، چو ٿو پنهنجو پاڻ کي رولين،
اها صورت اٿئي ساڳي، جنهن جادو جاڳايو ٿي.

هوڏانهن آئين هلي هرڪي، سڄڻ سرڪي ڏني مرڪي،
پيالو جام جو پي پيالو پچايو ٿي.

ڪاٿي پير ڪاٿي فقير، ڪاٿي بادشاهہ ڪاٿي وزير،
هتان ويڙا لکين مهمير، "دريا خان" نام سڏايو ٿي.

## ڪافي

برهہ بيقراري ڪئي، آواز اناالحق ٿيو اظهار
سي سپ ڏناسين پاڻ ۾، جيڪي الله جا اطوار.

تون تون ڪندو هرڪو وتي، خوفون ٻُڌي پَوَ جي پلڪار
مان چوڻ مشڪل گهڻو کولي حجابن جا هزار.

عشق آيو آر ۾، بيخود ڪري ٿي بي خبار
ڪوڙين منجهان ڪو اچي ٿو گوءِ ڪٽي غازي غبار.

خيالن خيما کوڙيا، وحدت لايو وَسڪار
ٻولي ٻانهپ جي وٺي، ٿيو خدائيءَ جو خمار.

نانءُ "دريا خان" منهنجو ناهي، نشي ۾ نينهن جي ڪيو نروار
جي هئا سي، سيئي ٿيا سي، دل ورتو آهي هاٿي قرار.

## ڪافي آسا

منجھ وجود شھود شعاع ڪيو اوندھ جو اسباب وَيو
اُيريو سج حقيقت وارو تارن جو سڀ تاب وَيو.

عشق زليخا يوسف کي، نيئي مصر ۾ بي آب ڪيو
عبديت جو پول پڳو جڏھن رخ اُتون نقاب وَيو.

شاھ منصور معراج سوليءَ تي، شائق ڏس شتاب وَيو
ملن معنيٰ ڪين پروڙي ھئڻ سندو حجاب وَيو.

عاشق عشق ۾ شاھ شھيد ٿيا، ڪھڙو ڏوھ ثواب ڪيو
صوفي صاف ٿيا سر ڏيئي، بحر ۾ رلجي حُباب وَيو.

عاشق ڪن ٿا الف مطالع، بـ ت وارو باب وَيو
"درياخان" ٿي بيدار ھٿئون، ھي خوف ورجا جو خواب وَيو.

## ڪافي جوڳ

آدم نانءُ الله جو ڪو سير ڪر ثابت سھي،
عشق وارن ڪان سوا، ھي ڪل نہ ٻي ڪنھن کي پئي.
ھيءَ ڳجھارت جن پڳي، وئي لڄ تنين تان سڀ لھي،
موتو مري جيڪي جيئا، ٻي ڳالھ سڀ تن ڪان وئي.
ٿي محو موجودات ۾، ٻوٽي تہ ڏس اکيون ٻئي،
جن پاڻ سڃاتو پانھنجو، سيني سالڪن اھا لات لنئي.
فاينما تولو فثم وجه الله*، قادر قرآن ۾ ڳالھ ڪئي،
مان الله اثبات آھيان، جاڏي ڪاڏي صورت سيئي.
"دريا خان" سڀ ڪا دل جاءِ تي، وسواس واري ڳالھ وئي،
ھاڻ ماڻ موجان عشق جون، ٻين کي ٻڏائين ڇا ڇئي.

* جيڏانھن ڪريان نھار تيڏانھن سڄڻ سامھون.

## ڪافي ڪاريهر

ڪنهن ڳڻ ڪيچين جي ڳاري،
ويچاري تي ڏونگر ڏوري.

هيڏي شهر ڀنڀور ۾، آيس عشق اُماڙي،
ويچاري تي ڏونگر ڏوري.

چڙهي جبل چوٽئين، ڏکن ڪئي ساڏ ڪاري،
ويچاري تي ڏونگر ڏوري.

ڇُلي بيٺي ڇپرين، مونجهه جتن جي ماري،
ويچاري تي ڏونگر ڏوري.

ڀينر هن ڀنڀور ۾، ڪيڙي عشق آواڙي،
ويچاري تي ڏونگر ڏوري.

"درياخان" ٻول ٻروچ سان، ثابت سڪ سچاري،
ويچاري تي ڏونگر ڏوري.

### ڪافي پهاڙي

پون تا پور پرين جا، هينئڙي کي سَو هزار.

اَچوڙي سرتيون سڄ چئو ڪيچي لنگهيا ڪالهه قطار.

موتي آهن ملڪ ۾، ڪن وڻجارا وهنوار.

اُنا مينهن ملهير تي، سانگين هليا سير سينگار.

چوي ڪينءَ پُڄان، آهي محبن هٿ مُهار.

## ڪافي ڪوهياري

جوڳي جڙ لائي ويا،
تن جا مارن تا هنڌ ماڳ مڙهيون.

سامي سفر سنبريا، پورب پنڌ پچائي وَيا،
ٻڌي ڪمر ڪُلابا، ڪش ڪڙيون.

لاڳاپا هن لوڪ جا، لاهوتي سڀ لاهي وَيا،
ڏئي ترڪ طمع کي وَيا تڙيون.

تن تنبورا سر ڪري، روح ۾ رام ريجهائي وَيا،
مون کي گهارڻ آيون هتڙي گهڙيون.

"درياخان" سنگتيون سيل جون، ڪيئي وير وڃائي وَيا،
من ڪا ٻاجهه پوي تن ڪاپڙيون.

## ڪافي

اهڙي ڪنهن سان ڪوئي نہ ڪري،
جهڙي جاڙ ڪري، مون سان جت وَيا.
ويندي رهندي ڪينڪي، توڙي رت ريلا ڪري پير پري،
ڏئي ڏير مُئيءَ کي ڏت وَيا.
ورريءَ ورنديس ڪينڪي، ساعت ان ريءَ سندم ڪانہ سري،
اهي ڪين پاڙي پنهنجي پت وَيا.
چام آريائي پاهنجا، شال هيٺيءَ تي هٿ ڌري،
اهي ڏئي تہ موڙهيءَ کي مت ويا.
وڏا طالع تنهن جا جو "درياخان" اڳيان هوت مري،
جيڪي ساٿ وٺي پنهنجو ست وَيا.

## ڪافي

ڪنهن سانگي ٽيڙم سانگ،
جيجان تن جتن سان.
ننڊ نهوڙيس ويڙم نڪري، ٽيس ويراڳين وانگ،
جيجان تن جتن سان.

سورن ساھ سڪايو آهي نينهن نسورو نانگ،
جيجان تن جتن سان.

ٻي ڪنهن ڪيچن سور سُٽايان، ڏکن واري ڪانگ،
جيجان تن جتن سان.

"دريا خان" لوچي لهنديس لڪيون، مون تن اها تانگھ،
جيجان تن جتن سان.

## ڪافي سر ڪاريھر

مون ڪي ڏونگر ڏس ڏين تا، ڙي آيل پاروچن جا.

ٻڌي سندرو سُج جو ڪهن سي لهن تا.... آيل!

ووڙ تہ لهين ورڪي، چاري هينءَ چون تا.... آيل!

چڙهي جبل چوٽئين، مٿي روھ رڙن تا.... آيل!

"دريا خان" عين عجيب ريءَ،
رئٽنا ڪين رهن تا....آيل!

## ڪافي سسئي

مون کي ڏونگر ڏورڻ آھہ اَديون،
گھٽ گھير جبل جا پنڌ پُٽيون.*
ووڙي ورندي ڪينڪي، مَن ڪا پوي سڌ سماءَ اديون،
اھي ڪينءَ ورن جيڪي سوز سٽيون.
ڇُلي ويٺي ڇپرين، جا ويئي وھہ واھہ اديون،
ڏاريون ڏار ڪري ويا منھنڙو مَٽيون.
سرتيون ساھيڙيون سيئي، ھلي ھاڙھي تيون ھمراھہ اديون،
ڪوڙيون ڪيچ وڃڻ ڪان سپ نٽيون.
"دريا خان!" حامي ھوت تيو بيو شامل تيڙو شاھ اديون،
جنھن پريت پياريون وَھہ وٽيون.

## ڪافي "جوڳ"

عشق جي بازيءَ ۾ عاشق، سر ڏئي منصور تي،
پاڻ کي پاسي ڪري، پوءِ محبتي مذڪور تي.
لاھي لاڳاپا لوڪ جا، تون ورھہ ۾ وھلور تي،
جا تي ڪسن تا ڪاپڙي، تنھن ملڪ ۾ مشھور تي.
ساقيءَ اڳيان سر پانھنجو نائي نسورو نور تي،
سرڪي چکين تنھن سور جي، موڪڻ ۾ ئي مخمور تي.
ڪُڇ ڪنھين سان ڪينڪي، تون سڪ ۾ صابور تي،
ونحن اقرب ويجھو وسي، پَس پاڻ ۾ ناڏور تي.
"دريا خان!" دامن عشق جي، محڪم وٺي منظور تي،
پُر نہ ڀي ڪنھن پار ڏي، مرشد مٽان من مور تي.

* مون کي ڏونگر ڏورڻ آيو ڪيچي ڪيچ وڃن.

## ڪافي

هر طرفين حق آهي آهي، ناهي آدم نڪي آل آدم جي.

تي فنا، بقا ڏئوسي، پيالو آب حيات پيتوسي،
مرڻ تہ مورئون ناهي ناهي.
ٽيڙو شمس* رضا ۾ راضي، ڪري ڪرامت گون ٽيو غازي،
کلي ڏنائين کل لاهي لاهي.
سوريءَ تي منصور** چڙهايوَ وڏي نُڪي سورهيہ ساڙايوَ
تو اناالحق الائي الائي.
نام "دريا خان" دلبر ڏاريو بي مثل مون مثل تي آيو
ڏانءَ ڪيو ڏس ڏاهي ڏاهي.

---

* شمس تبريز- مولانا جلال الدين روميءَ جو مرشد جيڪو 645هہ ڌاري غائب ٿيو.
** - ابوالمغيث حسين حلاج بن منصور بن محمد بيضادي ولادت 244هہ طور لڳ بيضا- ايران.
24 ذوالقعد اڱاري ڏينهن 309هہ مطابق 26 مارچ 922ع کيس بغداد جي باب الطاق وٽ ڦاسي ڏئي تنهن کان پوءِ سندس لاش ٽڪر ٽڪر ڪري باهہ ۾ ساڙيو ويو.
مختصر انسائيڪلو پيڊيا آف اسلام آباد
ص 127.

## ڪافي "جوڳ"

تي پتنگ تون پاڻ پئو هن عشق جي آڙاهہ ۾.

منجهہ محبت جي مَچي، ڪوپا اچن تا ڪاهہ ۾،
اِهي پون پَروانا پچي، تنهن برهہ واري باهہ ۾.

سي وتن ويڳاڻا سدا، عاشق الستي آهہ ۾،
ڪا جا نظر پين نينهن جي، ديدن سندي درياهہ ۾.

پري نہ پانئج پاڻ کان، ساجن وسي تو ساهہ ۾،
انهيءَ رمز ريڊا روح ۾، نهريا نہ ڪنهن بہ ٿاهہ ۾.

"دريا خان" ڏُئي ڪر دفعي، نيڻن سندي نگاهہ ۾،
ڪين پسيائون پاڻ ۾، تيا فنا في الله ۾.

## ڪافي

نزاڪت ناز نيڻن جي، ڪئي دل يار ديواني،
موهي ڪيو مست من مورت، لائي تنهنجي حسن حيراني.

ڪيو ديدار جنهن تنهنجو ڪفر اسلام ويو تنهن جو،
سوريءَ تي سر ڏئي سَنهنجو اها عاشقن کي آساني.

اڳيئي آهيون تون سُهڻو ويتر تو پاڻ سينگارين،
انهن ڳالهين سان تو ڳارين، ڪوڙين قدمن تان قرباني.

لکين مظهر تنهنجا مولا، ڪروڙين چمڪندا چولا،
برهہ سارا پڳا پولا، اُتم صورت انساني.

راتيان ڏينهان سڄڻ سائينُ! اکيون دل طرف ايڏانهين،
"دريا خان" در سنڌءِ دانهين، ڪيو ميلو مهرباني.

## ڪافي

مُرڪن ملامت ۾ اُهي، جن برهہ ڪي برسر ڪنيون،
صورت سجاڻي يار جي، نت نت ڪرن سجدا نيون.

ڇُتا مرڻ واري خون ڪون، قبر قيامت جي زوف ڪئون*،
ڪفر ۽ اسلام جون، وايون وتائن سڀ وَيون.

رَت ڪَٽ عقل جي ڪانہ ڪن، بيوس حسن سان حل ٿين،
سرتيون سندن سر تي سدا، آهن درد جا ڏوڙيا رَيون.

"دريا خان" آهي الله اهو ننڊ جاڳ ۾ سڀ سوجهرو
ريءَ سالڪن بيو ڪير سمجهي، ڳالهيون اِهي جي تو چيون.

---

* زوف = ضعف = هيڻائي.

نوٽ: مصرع نمبر 1 ۽ 2 ۾ ڪتي هيٺن لکيل آهي:

ڇتا مرڻ واري حوق ڪئون، قيامت قبر جي خوف ڪئون،
هر طرف بي رنگ بحر ۾، ديدون خيال جون رَلجي وَيون.

رت ڪٽ عقل جي ڪانہ ڪن، هرگز حسن سان حل ٿين،
ڪفر ۽ اسلام جون، وايون وتائن سڀ وَيون.

## ڪافي ڪلياڻ

باھريان تيرٿ چو پچائين،
منھن مڙھيءَ دل پنھنجي نہ پائين!

سخت سفر، ڪشٽ چو ڪرين،
تو پتر پاٿيءَ ڏيان ڏرين؟
چو روح پنھنجي ۾ نہ رام ريجھائين.

گيتا، گيارس، گيان پڙھين تو
پنھنجو پاڻ ۾ ڪين ڪڙھين تو
ڪٿ ڪريو تو لوڪ سڻائين.

پوٿيون پُستڪ، ويد بتائين،
من پنھنجو پر پوڙ نہ لائين،
گيان پيو ٻين کي ٻڌائين.

"دريا خان" درد رکج دم ياري،
عشق سھڻي بن ڪوڙي تاري،
پنھنجو پاڻ ۾ چو نہ سمائين.

## ڪافي ڪنيات

آيو عشق جڏهن، وايون عقل ويون،
پڳو تاب تنهن جي ڪوُن، ڏسي رُوٽ رَيون.

علم عقل کي چيو حسن هلان ڪئي،
هل تہ هلون پڇي، ڀي ڪنهن ملڪ ٻئي،
هل تہ هلي ڪيون ڪاتي ٻُٽ ٻنيون.

عقل چوي وڃان ڪاڏي لڏي،
عشق ٽِڪڙ ڪاتي ڪين تو ڇڏي،
رويون درد ٻڌائي اهڙا حال ڪيون.

عقل چوي ملڪ اهو منهنجو
ٻيو دعوي دخل متس ناهي ڪنهن جو
پريٽ وتيس برهہ رند ڪنيون.

"دريا خان" درد جهڙو مايا مال نہ ڪو
جنهن جي ڪاڻ جيئي تو هي مَنُ مُنو
ڳالهيون سانڍ سورن جون سيئي سنيون.

## ڪافي پيروي

آيو عشق اگڙ لايون درد ڏچون،
تڏهن عقل چيو اُتي پچ تہ پڄون.

عشق اچڻ جاهل هنگاما، نينهن جي نوبت دهل دُماما،
اتي عاشق اچن تا سرڙو سنجيون.
سوين ساز آواز اچن تا، عاشق انهيءَ رمز رچن تا،
اتي انحد واڄٽ ڪن وڄيون.
عشق پاڻ اکين جا لايا، شرم حيا، عقل وَٽ آيا،
ڏي ڏس تہ اسان ڪي ڪاڏي وڃون.
"دريا خان" جن ڪي عشق اندر ۾، ڪين مڙن سي پون پڌر ۾،
تن لاهي چڏيون سڀ لوڪ لڄيون.

## ڪافي سارنگ

هڪ اسان جو تون ئي تون، تو بن بيو نا گهرجي مون.

لا لنگهي وڃي محو ٿيا سي، الله چيو لون لون.

پاڻ پنهنجي ۾ گم ٿيا سي، بيرنگيءَ ناهي بون.

وڃي پياسي ملڪ امن ۾، ڏيهہ انهيءَ ۾ ناهن ڏون.

"دريا خان" ديس انهيءَ ۾ ويا سي، جت هان رهي نڪا هون.

## ڪافي وھاڳ

ڪر امداد اچڻ جو اسان تي،
سو ڳڻ تنھنجا ڳائيندس.
جانب جاليندس ساڻ جُتي جي،
چمي چمي سرچائيندس.
ٻيا بہ گھٽا آھن ٻانھان تنھنجا،
مان بہ سگ سڏائيندس.
ڪٽي پٽي تنھنجي پيرن جي،
ڪري ڪجل اکين ۾ پائيندس.
دم دم ”دريا خان“ اڳيان عجيبن،
نياز وڏي سر نائيندس.

## ڪافي روپ شان

پاڻ پانيم منجھ تو ڳولي،
ڳولي ھٿئون پاڻ ڪي.
پاڻ وڃائي پاڻ سُڃاتم،
يار گڏيو منجھ اُولي.
لاسين لنگھي ثابت ڪيو سي،
فڪر انھيءَ سان ڦولي.
ھر گھر ھستيءَ جو جيئري جلائي،
چٽنگ پئي منجھ چولي.
”دريا خان“ ستگر سھنڊ سُٽايو
ڏور متان ڪو ڏولي.

## ڪافي پهاڙي

حسن وارن کي نہ گهرجي حجاب،
گهونگهٽ لائق ناهي.
نيهن هاديءَ جي وڏو آ نهوڙي، برهہ ڪيو بي تاب،
ميخن محبت جي وڏو گهائي.
سوا سڪ سڄڻ جي وٽي ڪين بيو عشق ڏئي تو عتاب،
جيئن گهٽو تيئن ساهہ سيبائي.
منهن ڏسڻ محبوب اوهان جو آهي عين ثواب،
ڇڏ حجاب دلين جا لاهي.
سڻ "دريا خان" درد پُڪاران، ڪسي تيءَ ڪباب،
ڏي سر اڳتون نسنگ نوائي.

## ڪافي پهاڙي

عاشق اڳيان محبوب جي، سڪ سمجهہ مؤن سجدا ڪرين،
رمز ۾ رهہ روبرو جيئن پير پنتي نا ڌرين.

رهہ حسن حيرت فوج ۾، ڪاءُ چرخ محبت موج ۾،
ايندين عشق پوءِ اوج ۾، ڏک کي ڏسي جي نا ڌرين.

پهرين ڏاڍا ڏک ڏجها ڏيندءِ، پرکي پرين پوءِ پنهنجو ڪندءِ،
پوءِ سارا تيندا تو سندءِ، اعتبار ڪج اهڙو پرين.

ڏس مسلسل حسن زيب ڏي، ماڻن معشوقن ريب ڏي،
سگهو وڏي سرڏيب ٿي، هٿ سان جيسين هنج ڌرين.

"دريا خان" دلبر کي ڏنو الله اَطوارين چِٽو،
محبوب موچارو منو گهوٽ آهي سپ گهرين.

## ڪافي ڪلياڻ

هيءَ عمر سنڌءِ افراد، وئي وهامي راتڙي.

جي مرڻو اٿئي تان مَر اڳي، آهي امر اهو ارشاد،
ڪر لا سندي هٿ ڪاتڙي.

فاذڪروني اذڪر ڪم، جي رکين دل ۾ ياد،
ٻي نہ ٻولج ٻاتڙي.

حيف حياتيءَ ڏينهڙا، يار بنا برباد،
ڏس پاٽي دروني جهاتڙي.

"دريا خان" دل جي ديس کي، ڪر عشق سان آباد،
لنو بنا ڪوڙي لاتڙي.

## ڪافي ڪوهياري

منهنجو ور تہ وئي ويا دلبند ڙي اديون،
اهي ڏير تہ مُئيءَ کي ماري وَيا.

هاجو ڪري وَيا، هوت وَئي وَيا،
ڪري تہ مُئي سان ڦند ڙي اديون،
گهڙي نہ هتڙي گهاري وَيا.

مون ياتيو مهمان مُئي جا،
هو چراٽا ڪري ويا چند ڙي اديون،
اهي ننگ ڏي ڪين نهاري وَيا.

ڏونگر ڏي ڪو ڏس ڏيرن جو
جن جا راهہ نهاريان ٿي رند ڙي اديون،
سي رُوهن ۾ تہ رئاري وَيا.

مون ۾ ڪانهي همت هلڻ جي،
ڪيچ اَٽاوا پنڌ ڙي اديون،
اهي وڻ هيٺ ويهاري وَيا.

"دريا خان" جت ڪري وَيا جاڙون
پير پچان پئي پنڌ ڙي اديون،
پلا مئيءَ کي ڪوهہ وساري وَيا.

## ڪافي تلنگ

تنهنجي ديد ڪيو تہ خريد، ڏسڻ ساڻ اسان کي،
هنج ۾ هج هميشه، مليل يار مان سان،
ڏي ڪا راز جي رسيد.
چاڻين ڀيا نہ چاڻين، توکي سڪ وارا ٿا سڃاڻن،
جيڪي تنهنجي شوق ڪيا شهيد.
تنهنجي صورت ۾ سدائين، تنهنجي ذڪر ڪيو فنائي،
ڪرائي عشق سندي عيد.
تنهنجي برهہ ڪيو بيحال، محبت مست ڪيو خيال،
"دريا خان" دريد.

## ڪافي بروو

تون پــاءِ دروني جهاتي،
ڏس پنهنجو پــاڻ نظارو.
مونجهہ ڏسي نا مڙجان عاشق،
اٿئي منجهہ ظلمات حياتي،
اهو سير سڪندر وارو.

پير مغان جو امر اهو ٿي،
ڪر لا سندي هٿ ڪاتي،
چئو طرف حسن هبڪارو.

"دريا خان" چاڻ تو چاڻ انهيءَ کي،
پاڻ عشق ڪندو اثباتي،
ٿي وحدت جو وڻجارو.

# ڪافي ڪلياڻ

تنھنجا عجب تماشا يار، ڪبيءِ طرحين يار نوان!
ڪاٽي شاھ تہ ڪاٽي ٽئين گداگر، جوڙ ڪييءِ ھڪ جھڙا يار.
مجنون مست ڪيو ناز ليليٰ جي، واھ ولين جا ويڙھا يار.
جي مرن مرڻ کان اڳي، ڏسن پنھنجا ڏيھڙا يار.
شيخ صنعان* ڳل جٽيو جڙاييءِ، تنھن کي ڪفر بتاييءِ کھڙا يار.
"دريا خان" ڪين مڙن سي عاشق، سورن سان گڏ سھڙيا يار.

## ڪافي ٻروو

پير مغان جو وٺ تون پاسو اٿئي عشق خمار خمريي خاصو.

ڪاھ ڪلالن وچ تون ڪاھي، حق مستي ۾ ھستي ناھي،
منجھ وصال ورھ ٿيو واسو.

ميخاني ڪئين مست اچن ٿا، سر جي سودي مرد مَچن ٿا،
رمز رندي آھي راند نہ رھسو.

ورھ اٿئي اھو برھ بقائي، عشق الله بن ڪوڙي ڪمائي،
آس ھڪاھڪ ھيو ڪوڙو واسو.

"دريا خان" درد رکج دم سازي، عشق الله بن ٻي ڪوڙي بازي،
ھن ھنڌ ھوش حِظ ناھي ھاسو.

---

* شيخ صنعان:

مشھور بزرگ، جنھن جا ست سو مريد ھئا، انھن مان شيخ عطار بہ ھڪ ھو. ھيءُ بزرگ وچ ۾ گمراھ ٿي ھڪ نصاري جي ڇوڪريءَ جي عشق ۾ اڙجي سوئر چارڻ لڳو ليڪن آخرڪار غئبي ھدايت ٿيس ۽ وري سنئين راھ تي اچي ويو. - مرتب

## ڪافي جهنگلو

جهام ڏيئي جهٽ پٽ، چايو عشق چنبن ۾!

سودو ڪيڙم سر جو وجي حبيباڻي هٽ،
چايو عشق چنبن ۾!
پيرون چونڊبنديس پاند ۾، ڪانبو ڪانبي وٽ،
چايو عشق چنبن ۾!
پرين پاڻ ! هٿن سان، وهايو ڪات ڪرٽ،
چايو عشق چنبن ۾!
مرڪڻ واري محبوب جو گهمي لڏو سي گهٽ،
چايو عشق چنبن ۾!
"دريا خان" جي دل تي اچي، اُلٽيا بار اُلٽ،
چايو عشق چنبن ۾!

## ڪافي جوڳ

اِيذاءُ ڏاڍو عشق جو، ڏک تو ڏئي ڏاڍو ڏکيو.

تنهنجي حسن هلان ڪئي، عرشين اُڏامي جا وئي،
اُت بات بيهڻ جي نہ هئي، جندجان جيري ۾ جُڪيو.

ڪست مان ڪڙڪي جنهين، نت باھ جان پڙڪي جنهين،
روز شب رڙڪي تنهين، تہ بہ دود دل اندر دکيو.

چوھ مان جنهن تي چٽي، ٻاڻ سان تنهن کي ٻُٽي،
هڏ ماس ڪائي تو ڪٽي، تہ بہ باز وانگر آهي بکيو.

"دريا خان" درد جي دوا نہ ڪا، برھ آهي باري بلا،
سر ساھ کي سختي سدا، ڪڏهين نہ ٿيندو سو سکيو.

## ڪافي جهنگلو

تنهنجي فلڪ فراق ۾، ويندِيس يار مَري مَري.

جيڪا اڳ وڏءِ وتي، ڊولڻ ڪج سا ڏري ڏري،
ويندِيس يار مَري مَري.
انئي پهر اُباڻڪي، چارئي پهر چَري چَري،
ويندِيس يار مَري مَري.
ياد هجان شل يار کي، وڃان سڪ ۾ سَري سَري،
ويندِيس يار مَري مَري.
دلبر "دريا خان" سان، ڪج وصال وري وري.

## ڪافي ڌناسري

سي ڪٺل ڪينءَ ماٺ ڪن، جن کي عشق جو آزار آهہ.

رت رئڻ راتو ڏينهان، ٻيو بي قراري بار آهہ.

ريءَ ملڻ ماندا مرن، ڏاڍي طلب تک تار آهہ.

جن کي لڳي سيئي ڄاڻن، ٻي ڪنهن کهڙو اختيار آهہ.

عاشقن کي هر هميشه، درد جو ڌنڌڪار آهہ.

جي پون تا گهور ۾، تن ليءِ صبر لاچار آهہ.

ڇڏ اها زوراوري، هاڻي ملڻ منٿار آهہ.

جيءَ هجين مون ساڻ جاني،"درياخان" کي درڪار آهہ.

جوڙي ڏيانءِ جايون اکين ۾، سر ساهہ صدقو يار آهہ.

## ڪافي وهاڳ

مج صدا سواليءَ جي، اچي يار تون مان وٽ گذارا!
آءُ اڱڻ محبوب جاني، سهٽا ڪري سينگارا!
هيءَ ڦر سجڻ توکي ڦبي،
نئين زور سان تو دل دَبي،
ايذا ظلم ظالم ڪرين تو ڪييءَ برهہ ۾ بيمارا!
جئن تو وٽئي تئن تو ڪرين،
ڏاڍا بار بيحد تو ڌرين،
هن جدائيءَ جي جيئڻ کؤن، مرڻ آ موچارا!
پهرين ڏک پرين ڏاڍا ڏيندءِ،
پرکي پرين پنهنجو ڪندءِ،
پوءِ سچا تيندا سندءِ، ڪر اهڙي پارين اعتبارا!
”دريا خان“ آهي اوهان جو
پرچي پرين ڪريو پانهنجو
انهيءَ مستي واري ميخاني مؤن، ڪو پُر پيالو يار پيارا!

## ڪافي تلنگ

تنهنجي چشمن جا چهچڪار اُوٽر* سڪ جا تا اُتارن.

عشق لذت مون سوئي چاتي، جيڪو هجي سدائي سائن،
اهڙا جن جا اعتبار ڳات پريو تا ڳوڙها ڳاڙن.
ينيا پرون، ڪنڊيون پنبڻيون، چين وجن ٿيون چوهيون چني،
چٽن ڏندن جا چمڪار چوڪان ڏئي جڏهن نهارن.
”دريا خان“ اهي ديوانا ڦرن تا، ڏسي ملامت مور نہ مُڙن تا،
وجي سوريءَ تين سوار خيال پنهنجو ڪو يار نٽا ڪن.

---

*اُوٽر = طوفان.

## ڪافي ڪاريھر

سرتيون ڏيو ڪا صلاح ڙي،
باب بنديءَ جي بٽي آ بٽي.
ماءُ دعا ڪر دل ڪؤن مون کي، نانگن سان اٿم نڪاح،
مائٽي انهن جي وٽي آ وٽي.
اڳتون گڏيا هيءُ ڳيڙن وارا، تن جي نور پري آ نگاه،
سڪ انهن جي گهٽي آ گهٽي.
دانهون"دريا خان" ڪنهن کي ڏيان، پڏندو پاڻ الله،
ننگ نباهيندو ڏٽي آ ڏٽي.

## ڪافي سر پهاڙي

هـــي راز حسن جـــو اِسرار آهي اکين ۾،
سبحان صورت ساري، مولا وَسي مڙين ۾.

اهڙو تہ عشق آهي، سامان سڀ لُٽائي،
پنهنجو تو پاڻ وڃائي، دلبر سندي درشن ۾.

پائي دروني جهاتي، صورت سيو سجاتي،
ذاتي چيا صفاتي، چانداڻ آهي چمن ۾.

پهري لک پوشاڪان، واسطي ملڻ مشتاقان،
لک لاهوتي ڪن تا لڪان، سردار جي سمن ۾.

"دريا خان"هي سڀ حق آهہ، سالڪن کي سبق آهہ،
محبت تنين مَرڪ آهي، معرفت جنين مَن ۾.

هن ڪافيءَ ۾ هڪ هنڌ هيءُ مصرع زيادہ آهي:

ڪـلـڻ مـاهـيءَ جـو ڪنڊ آهہ، مرڪڻ اِنهيءَ جو منڊ آهہ،
مون پانيو چوڏهينءَ چنڊ آهہ، بجـلـيون ٻـرن بـدن ۾.

## ڪافي

اسين هردم عشق ۾ آهيون،
نہ پڙهون نہ قضا ڪريون.
جوئي هجي اسين سوئي ڪريون،
سائين! پاڻ ڪؤن پلو ڪري پانيون!
محمد مير مَڪي ۾ آهي؛
الا، اسين آڏار انهيءَ جي آهيون!
آڪي"دريا خان" عشق اوهان جو
بيلي بئي ڪي ڪين بڏايون!

## ڪافي تلنگ

ناهي آدم نڪي آل آدم جي،
هر طرف حق آهي آهي.
تي فنا ۾ باقي ڏسو سي،
پيالو آب حيات پيتوسي،
مرڻ منڊئون سو ناهي ناهي.
شاھ منصور کي سولي چاڙهيائون،
وڍي تڪي وڃي باھ ۾ ساڙيائون،
تہ بہ تو اَناالحق اَلائي اَلائي.
تيو شمس رضا ۾ راضي،
ڪري ڪرامت گڏئون تيو غازي،
پوءِ کلي ڏنائين کل لاهي لاهي.
نام "دريا خان!" دلبر ڏرايو،
بي مثل مئون مثل تي آيو،
ڏانءُ ڪيو آهي ڏاهي ڏاهي.

## ڪافي گجري

اُٺي جاڳ جائي، پوئي ڪل ڪائي،
جاڳڻ ري جالينديں، سورن ۾ سدائي.
درد ڏونس جن کي، مليو محب تن کي،
هميشه هيڪاندي جن ننڊڙي ڦٽائي.
سڪن ساريون راتيون، جهنڊئون پائن جهاتيون،
اصل عاشقن جي آهي اَدِ اهائي.
مچي مرد ٿيءُ تون، پيالو درد پيءُ تون،
ڇڏي ساءُ سمهڻ جو ڪر ويهڻ سان وفائي.
"درياخان" دير ڇڏ، سگهو پاڻ گونڊر گڏ،
وڃئي ٿي ويسر ۾ عمر سڀ اجائي.

## ڪافي

بيهي ڪنديس برداري ووبار ساري سڀ خمار.
هٿ چميو سائين پير چمينديس، پنبڻين سان پيزارا
صدق ٿيندس سو واري وويارا
پلپل تنهنجا پور پون ٿا، نيڻ نماڻا روز رئن ٿا،
طلب لايو تڪراري وويارا
جانب هٽي تو جنهن کي جوڙي، خوب اکين جا خنجر کوڙي،
سڏ تنين کي آ ساري وويارا
دوست"درياخان" جو سور نہ سهڻ جوڏج ڪو دلاسو گڏرهڻ جو،
ڏکن منهنجي دل ڏاري وويارا

## ڪافي

بي چون منجهان آواز اچي ٿو
ڪري عاشق ٻاجهون ڪير سهي!
انهيءَ منجهاران اچڻ وڃڻ جو
ڪي سالڪ ڪندا سير سهي!
ديد انهيءَ درياهه جي ڪيڙا،
لک انهيءَ ۾ ويا لُڙهي!
انهيءَ نابود منجهان نابود جي تيڙا،
سوين انهيءَ ۾ ويا پهي!
"درياخان" چوي سائين اتي وڃي بيٺا،
تان تي ويندا ڪير ڪهي!

## ڪافي پهاڙي

هميشه يار هج مون وٽ، وڃڻ جي ڪانهه ڪر وائي.
ڪڏهن ڪڏهن منهن ڏيکارين ٿو
ماٺن سان يار مارين ٿو
انهن ڳالهين سان ڳارين ٿو هجي شل هوت هيڪڙائي.
ڏٺيءِ ڪلندي اکيون ڪوڙي،
لکيو قسمت پئي لوڙي،
وڏو تنهنجي نينهن نهوڙي، جاڪون تو لنؤ سڄڻ لائي.
ڪيا سر گهور هيءُ گهوري،
پچان تنهنجي نه هڪ ٿوري،
ڪيان توکي ساهه اندر سوري، ملو لهي من جي ماندائي.
"درياخان" درد جو دارون،
هتين پيرين ڪيان ڪارون،
فراقن دل ڪئي ڦارون، اچي ڏيو دوست دلجائي.

## ڪافي

منجهان زاتي صفاتي تي،
هُتان هت ڪينءَ هليو آئين!

ڪڏان شملا ٻڌي شاهي، ڪڏان گهوڙن سندو گاهي،
وڻئي تي ڳالهه هر ڪائي، اهي لذتان وٺڻ آئين!
ڪڏان عاشق سدا سهڻو ڪڏان معشوق من مُهڻو!
ڪڏان قاتل قتل ڪُهڻو ڪڏان تو روح ريجهائين!
ڪڏان پنهنجو پاڻ سڃاتو تي، ڪڏان خود ڪين ڄاتو تي،
انهن رمزن ريجهايو تي، اجا ڪعبي ڏي تو ڪاهين!
"درياخان" سمجهه سر سارو ڪنهن جو بہ نہ آهہ ڪاٽيارو
ڪڍي ڇڏ خيال خوديءَ وارو متان هيو ڀول ڪو ڀائئين!

## ڪافي

سهُڻا ڪين سِڪاءِ، صدقو پنهنجي سر جو.

نالي نانءُ ڏٺيءَ جي، ويندڙ وري واجهاءِ،
صدقو پنهنجي سر جو!
چوري پوري چپڙا، ڳُٽن پريو ڳالهاءِ،
صدقو پنهنجي سر جو!
ٻاجهارين ٻانهن سين، ٻُورل ياڪر پاءِ،
صدقو پنهنجي سر جو!
دلبر"دريا خان" سان، پاسو پلنگن لاءِ،
صدقو پنهنجي سر جو!

## ڪافي روپ بلاولي

عاشق آيو ڪري هل هنگام،
جيءَ اندر جنهن جوش جاڳايا،

جهاتيءَ ۾ جيئن پاتم جهاتي،
عشق اچي ڪئي اُت اثباتي،
اڳيون محبوبن جي ڪنڌ ۾ ڪاتي،
موتو واري پُرجهي مَام،
لاسي لوڙيا سيِ لَهايا.

ناز وارن جي نازن ماريا،
عاشق وُوءِ وُوءِ ڪن ويچارا،
بيشڪ تن جا سخن سچارا،
اتي اڙايا درس جي دام،
ڏاڍي فڪل ڪنهن ڦند ڦاسايا.

عشق وارن کي پيو چا چاٽي،
بن محبوبان ڪير سچاٽي،
ملهه خريد ٿيا بي زر ناٽي،
سيِ چڏيائون ننگ ۽ نام،
سخن سچن جا ٿيا سجايا.

"درياخان" عشق اندر جن آهي،
لهندا لوڪ لاڳاپا لاهي،
چا مجال ڪنهن ٻئي جي آهي،
حسن اڳيون جو هٽندو هام،
عشقبازن اُتي سر اگهايا.

## ڪافي

سڪ ۾ ڏيان ٿي ساهہ، منهنجا ڍولڻ سائين،
ڪج ڪا هاٽي محب ملڻ جي.

اکڙيون اڙائي وڏءِ ڦاسائي،
برهہ مچائي تنهنجي باهہ.

تو جهڙو جڳ ۾، ڏسان ڪونہ ٻيو
ويتر آهين بي پرواهہ،

ڇڏ تون بي نيازي مڃ تون آزي،
"دريا خان" سندي دانهہ.

## مداح (مدح)

ساره ڪيان سبحان جي، تنهن تؤن محمد شان جي،
سولي ڪريو ايمان جي، يا مير مرسل مصطفيٰ.
جنهن دين جو پهريو دلق، فرمان ۾ تيو سڀ فلڪ،
ديو و پري آدم ملڪ، يا مير مرسل مصطفيٰ.
دائم وسو دارالبقا، تنهن لوڪ ۾ تنهنجو لقا،
تو در ڪمي آ ڪانه ڪا، يا مير مرسل مصطفيٰ.
تون دُر آهين دارين جو صاحب تون ئي ثقلين جو
ڪعبو بہ تون ڪونين جو يا مير مرسل مصطفيٰ.
ها طالبن مطلوب تون، پڻ ڪاشف القلوب تون،
عاشق خدا محبوب تون، يا مير مرسل مصطفيٰ.
تنهنجي صفت جو ڪونہ آ، بي حد باري بي بيان!
جيڪي چوايو سو چوان، يا مير مرسل مصطفيٰ.
صاحب سندم سرتاج تون، مالڪ آهين معراج تون،
ٻانهي متي ڪر ٻاجهه تون، يا مير مرسل مصطفيٰ.
هي آرزو آهي سدان، تو پيشاني پاڪ پسان،
ويران ويڙهو تي وَسان، يا مير مرسل مصطفيٰ.
پنجن تنن جي پاس مون، هردم حسينڻ آس مون،
ڪر دل جو خانو خاص مون، يا مير مرسل مصطفيٰ.
مان يار تو چارئي ميان، ٻي در ڪنهين جي نا ويان،
منجهہ سڪ جي سينو سجان، يا مير مرسل مصطفيٰ.
توڪان منافق جي مڙيا، ابليس سان اُوهي اڙيا،
سي رافضي توڙؤن تڙيا، يا مير مرسل مصطفيٰ.
مرسل مديني جا ڏٽي، تون بار کُهين جا ڪٽين،
ڪر دور دشمن کي هٽي، يا مير مرسل مصطفيٰ.
جڻن نفس ناقص تي چيو. سو مون سيوئي تي ڪيو
تو در اچي پينار پيو. يا مير مرسل مصطفيٰ.
حاصل ڪريان سڀ حاجتون، ڪوڙين پڇائين ڪاج تون،

ڪر نا ڪهين محتاج تون، يا مير مرسل مصطفيٰ.
ڪوڙين سندو مون ۾ وڪر، ڪوڙين ڪيم ڪيئي مڪر،
تون ميٽ عيبن جا اڪر، يا مير مرسل مصطفيٰ.
سڪرات دم سهنجو ڪرين، سو وقت اهنجو نا ڪرين،
تون ئي پرين پنهنجو ڪرين، يا مير مرسل مصطفيٰ.
بيشڪ بدعتي هي بندو آهيان گناهن ۾ گندو
هي سگ سوالي تو سندو يا مير مرسل مصطفيٰ.
دل ديد جي ڪوليو دري، ٿي حج حاصل اڪبري،
ساري عيان ٿي سروري، يا مير مرسل مصطفيٰ.
آيو آهيان آڙ اُوٽ ۾، ڪر نا ڪچي هن ڪوٽ ۾،
ڪر تون گهيرو هن گهوٽ ۾، يا مير مرسل مصطفيٰ.
ڏي دل صفائي دين تون، هڪ طاعت ٻي تلقين تون،
ڏي حُب پنهنجي مسڪين تون، يا مير مرسل مصطفيٰ.
هي ڪر نہ دل عيبن ڀري، واهر ڪريو وارث وري،
ڪڍ ڪوٽ مان ڪرتون ڪري، يا مير مرسل مصطفيٰ.
ڪر تون سواليءَ ڪي سچو توڙي آهيان ڪرتئون ڪچو
ڪر ٻاجھ پنهنجيءَ سان ٻچو يا مير مرسل مصطفيٰ.
ڏاتر سچا تون ذات ڏي، ڏينهن رات پنهنجي تات ڏي،
ڪلمي جي وائي وات ڏي، يا مير مرسل مصطفيٰ[1].
"درياخان" جي دل شاد ڪر، تون عشق سان آباد ڪر،
مدعي مڙيئي ماد[2] ڪر، يا مير مرسل مصطفيٰ.

---

[1] مداحون ۽ مناجاتون- جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ص 431 کان 433، سنڌي ادبي بورڊ
[2] ماد = ماند.

# بيت

## سر هير رانجهو

مئين ماهي دي ٻيلي ويسان، جهل نہ رهسان جهلي،
ڪُت نہ ميندي مائيو ميڏي، مئين تل نہ رهسان تلي.

رنگپور شهر سيالين سائين، ميل سياهي ملي،
ويسان چير چناب دي چالي، چاڪ ڏهون مئين چلي،
"درياخان!"روح رهيا شهہ رانجهن، مئين پُل نہ ٻي ڪنهن پُلي.

مئين ماهي دي ٻيلي ويسان، تر تر نديان نالي،
گهڙ دي گهيڙ نہ ڏرسان، توڙي ڪڙڪن ماهہ مهہ پالي،
رنگپور شهر سيالي ساري، ڪل ڪريسان ڪالي،
روز ميثاقون انگ اساڏا، لکيا لکڻ والي،
"درياخان!" محبت نال ماهي دي، پالي پالڻ والي.

مَن ماهي آ تخت هزارون، اِتان چاڪر سڏايا،
اَلهہ آپ اساڏا چا، پينگهي وچ نڪاح پڙهايا،
چِتس جهنگ دي جهيڙي ڪنون، ماهي اَلهہ ملايا.
ٻاٻل والا ٻيلا مئين تان، چاڪ اکين چهہ لايا،
"دريا خان!" روح رهيا شهہ رانجهن، سيني وچ سمايا.

صاف ماهي دي ٻيلي ويسان، چيز چناب دي چاري،
رنگپور شهر سيالين دي وچ، نينهن مريندا نعري،
ماهي نال مهاري رهسان، خوش تي چڙهسان ڪاري،
روح رهيا شهہ رانجهن، اي جند وار نہ واري.

مئين ماهي دي ٻيلي ويسان، تر تر نديان نئيان،
پيٽيان پائي، سڪي مائي، مارڻ آون مئيان،
هڪا هيرتا مئين پي نسي، ڪيون ڪر لوڪان لئيان،
ڪيڙيان پاس مٽين پاس نہ ڏيسان، پاس ماهي دي پئيان،
ماهي نال مُهاري وڙسان، رنگپور ڪنون رهئيان،
جس نگري ماهي يار نہ وسندا، سانگري سچ سئيان،
"درياخان" روح اندر وچ رهيان، شهہ رانجهن ديان برهہ
براتيان رهيان.

عشق ماهي دي اي ڪم ڪيتا، برهہ برساتيان لائين،
برسن بونداں نين ڦوهاري، هردم منجهہ سيالين،
سانوڻ ماهہ ديان وٿيان بدليان، ٻيلي ٽڏيان چائين،
ڪٽڪن گهنڊيان، رنگن منجهيان، لون لون دي وچ آهين،
"درياخان" ميڪون ميل شهہ رانجهن،تہ ڪولهہ ٻلها گل لائين.

مئين ماهي دي ٻيلي ويسان، سچي سڪ جنهيندي،
مئين وچ مئين نہ رهہ ڳئي، آس پياس اُهيندي،
لون لون وچ لقاءُ ٿيوسي، طلب تار تنهيندي،
"درياخان"روح رهيا شهہ رانجهن، پچين ڪيهي عرض ڪنهيندي.

مئين ماهي دي ٻيلي ويسان، ٻابل گهر نا ٻهسان،
مهٽي ماهي يار والي مئين، سيئي سر تي سهسان،
چاڪ ڪيتي دل چاڪ ميڏي، مئين ناهہ نہ ٻي ڪنهن ٿهسان،
و نحن اقرب عشق ٿيوسي، آپ وچ آپ سميسان،
"دريا خان" روح رهيا شهہ رانجهن، لون لون وچ لهيسان.

مئين ٻيلي ميڏا يار ٻيلي، ڪيوين جوڑ اُسي دي هووان،
اوڳڻ هاري ٻار بديان ٻڌّ، ٻيٺي ٻي پر روئان،
پتڻ سڌ ملاح ڪريندي، مئين نال ڪنهيندي سووان،
"درياخان" اتاوي ٻار ميڏي، تہ مئين پور پهلي لنگهہ پووان.

پار تنواران يار منجهين ديان، بيدار ڪيتا پڑڪي،
پڑڪي ٻاهہ برهہ دي اندر، جيوين دوزخ پڑڪي،
ڦڑڪي دل ڪيتوئي قابو نال زلف دي ڦڑڪي،
"درياخان" ڦڑڪي دل ميڏا، سڻ ڪرڪيان دي ڪڑڪي.

ڪيڑي مهٽي ڏيندي، هڪو رانجهن تيمر چِتا،
جو رنگَ ڪيڑيان نو لڳي منا، سو رنگ اسانون ڦِڪا،
لا مقصود في الدارين، هڪ رانجهن سدا ڪتا،
جهنگ سارا مدعي ميان"درياخان"، پر سانون ويندي نہ ڪنهن ڏتا.

## متفرقه

برهہ باز تي مئين مرغابي، مينون چا چنبيان وچ سٽي،
تڑقان تڑقان تڑف نہ سگهان، وچ ڦتان دي ڦٽي،
نت نت ڪاوي تازي طعاما، ماس هڏان تون پٽي،
"دريا خان" عشق عقاب ماهي دا، جو منهن پووي سو پٽي.

عشق ايمان اسان ڪون آيا، چٽي جند جوابون،
ڪفر وچون اسلام تيا، بيدار تيو سي خوابون،

صورت مرشد صفي الله، ڪليا گھُنڊ نقابون،
"درياخان"آپ ڪون آپ سهي ڪر، ہٹي قمي چوڑ ڪتابون.

جي وحدت چوڑ عادت وچ اَوندي، قلب تنهان دي ڪالي،
اصل چوڑ نقل وچ پوندي، راهنون رد ريزالي،
دنيا دلئين برابر ڄاتي، خام خودي دي خيالي،
"درياخان" دم دم دي وچ عاشق، سمهن ڪاف ڪشالي.

جي دل تي هودا حرف لکين، تان هودا ٿيوئي نظارا،
اول هو تي آخر هو هو دا زور پسارا،
هودي پاتي نال هميشه، ڪليا گل هزارا،
"درياخان" هودي وچ گم هويا، هڻ آپ ڪون ڪر وسارا.

چوڑ مسيت ڳئين ميخاني، ڪفر قبول ڪيتو سي،
ڪاءُ حرام حلالئون توبھ، ساقي ڏس ڏتو سي،
شرڪ شيطان ٿيو سي نيڑا، مئين ڪون سمجھ سٽيو سي،
"درياخان" ظاهر باطن آکئين، هڪوئي حق ڏٺو سي.

جي ظاهر ويکين باطن ڪون، تان باطن ظاهر ٿيوي،
جيوين آهيري ويکين اکيان نال، تہ اُلٽا آپ ويکيوي،
ايوين طالب وچ طلب دي، مئين ڪون گم ڪريوي،
ايوين "درياخان" وچ الھ دي، موتو اتي ٿر جيوي.

جي مئي دل جيئندي ڄاتي، تہ هُو دا حرف ڪماوي،
اي دم حياتي هردم هُو وچ، هُو وچ هو سماوي،

اندر ھُو تي ٻاھر ھُو، دم ھُو دي نال جيئاوي،
ھُو دي نال محبت جنھن دي، مئين ڪون مار ھٽاوي،
"درياخان"ڏونھان جھانان دي وچ، ھُودا حرف ڪماوي.

جدا ٿيوان تان جند وڃي، جي ملان تہ ملڻ نہ ڏيندا،
پنڌ پوان تان اڳون سونھان، اُوجھڙ راھہ ڏسيندا،
سُڃ پووان تہ وستي دي وچ، وچ وستي گم ھوندا،
"درياخان" عشق استاد اسانون، وَت ڪيھي سبق سکيندا.

شوق شراب پراٽا سانون، جام ڏتاپر ساقي،
پيوڻ نال شراب طھورا، فرق پيا وچ فاقي،
آڳي انگ اتاريا اڪر، منھن محراب ملاقي،
"دريا خان" دم دم درد رکين، جيسين روز حياتي.

دلبر نال ميڏي دلڙي پئي، عشق جھراٽي جھُردي،
ڪنڍي سخت محبت والي، ھينانءُ ڪلي وچ ڪردي،
ڏور ڏڪاندي ھٿ دلبر دي، جيڏي ساھي تيڏي سُردي،
"درياخان" اسان ڏي اصلئون آھي، ڪا اھا نصيب ڏردي.

ڪونجان ڪنون فراق پڇيجي، جو ڪريندي‌يان روھ قطاران،
ڪنبي جنھاندي تنبوري وڄدي، تن جنھان ديان تاران،
ڪرن درد فراق واليان، طرحين طرحين تنواران،
ٻچي ميل ڪونجان نون مولا، تہ وچ يار ملن گڏ ياران.

عادت ڇوڙ وحدت وچ پوندي، ڳالھ تنھان دي ڪيھي،
ڪن فيڪون اصل دا عاشق، ڏيھ سڃاڻن ڏيھي،
رھن آزاد ھميشه عاشق، نانگي ڦرن سي نيھي،
"دريا خان"ڏي سر سھندي عاشق، جيھي آوي تيھي.

جي اي دل جئيندي چاٽين، تہ ذاتي اسم سڃاٽين،
پاس انفاس دي نال ھميشه، ڪلن گل ڪوماٽي،
وچ ظلمات آب حياتي، خيال خمر ڪر چاٽي،
"دريا خان" ظاھر باطن عاشق، ڏي سر عشق اگھاٽي.

❋

## ڪافي تلنگ

عاشقان ادا اُلٽا راهه، راهه ميان!
اُلٽ سماوڻ مشڪل بازي.

اُلٽ اوياري عاشق تردي،
هن غواصي رنگ بحردي،
دهشت نال درياهه، درياهه ميان! پيرتڪاوڻ مشڪل بازي.

باهه برهه وچ عاشق ٻلدي،
ويک شمع ڪون پتنگ نه وَلدي،
پوندي وچ آڙاهه، آڙاهه ميان! جان جلاوڻ مشڪل بازي.

جنگ فرنگي عاشق جوڙين،
ڏي سر سورهيه مُنهن نا موڙين،
ويندي ني ڪاهه وڪاهه، قدم اُناوڻ مشڪل بازي.

"درياخان" ڪوچ نغارا وڄ دا،
گذري ڪون چوڙفڪر رک اڄ دا،
جيڪا وٺي سا واهه، نينهن نڀاوڻ مشڪل بازي.

## ڪافي آسا

لڳي عاشق اگـن تـن چولي،
انگ انگ وچ بيرنگ ٻولي.

ونحن اقرب رب فرمايا،
اندر ٻاهر رب سمايا،
ڍورنهين هئين اولي.

فانما تولو عشق اشارا،
هرجا هي نور نظارا،
جيڪو اکيان اندر ديان کولي.

و في انفسڪم قول قرآنا،
هي فرمودا هي فرقانا،
ڀن عبديت دا ٻولي.

"درياخان" آپ وچون نا آٽي،
"غ ل م الف" جاٽي،
آهي عين علي دل قولي.

## ڪافي بلاولي

آپ ڪون ويکڻ آيا آپ، آدم دا ڪر جوڙ آئينا.

بيرنگي دا ڪر بهانا، صورت وچ سمايا آپ،
آدم دا ڪر جوڙ آئينا.

ڪتان باطن دي وچ بنيا، ڪتان هُل هلايا آپ،
آدم دا ڪر جوڙ آئينا.

مُلين هٿئون منصور مرائي، اناالحق آلايا آپ،
آدم دا ڪر جوڙ آئينا.

ڪتان هوندا هوش هنر وچ، ڪتان ڀل ڀلايا آپ،
آدم دا ڪر جوڙ آئينا.

"درياخان" عاشق غلام علي دا، وحدت وچ ولايا آپ،
آدم دا ڪر جوڙ آئينا.

## ڪافي جوڳ

سانوڻ رمزان لائين وَل يارا!
ڪترڻ آتڻ مول نہ ويسان!
چرخا چا ست ڪريا سي، ڏي عشق اُڏار
چاھئون تان مئين ول نہ چڪيسان!

اج اسانون آ مليا ھي، صورت دا سردار
طلب تنھين نال توڙ نيپسان!

نال سھٽي دي، سٽورڙي سھيليان، نينھن لڳا نروار
نال تنھين دي ورھہ ونديسان!

روز ازل ڪنون مئين تہ ھان، جنھن جاني دي پنار
پير پڇوتي مول نہ پئيسان!

الھہ ڏيکڻ نال اکيان دي، دلبر دا ديدار
ديدان دي وچ ديرا لئيسان!

"دريا خان" دلبر دل وچالي، دم دم دل ديدار
نينھن تنھين مئين نيبھہ نيسان!

## ڪافي پيرم

ڪيوين ڪران مئين نال کيڙياندي،
رانــجـھـو نـــــال ســا ڏيــان لاوان.
پار درياھان جھوڪ رانجھن دي، مئين ہانھڙي ترتر جاوان.
مگ کيڙياندي مول نہ ٿيسان، ميڏيان رانجھن نال نڪاحان.
دوست"درياخان" محبت جو مليا، چولي اندر نھين مايان.

## ڪافي

ڪيا ڪج ويکين ڪنهن نون ڪنهن نون،
اِڪــــيـــان دي وچ تـــــون هــــي وَســـدا.
صورت دي وچ مورت ساڳي،
نقطا ويکڙ نينون نينون.
ديد سجڻ دي عيد برابر،
چشم وکاون چينون چينون.
گل ڦل دي وچ رانجهن ميڏا،
پنوري پٽڪن بينون بينون.
"دريا خان" غير نہ ڄاڻي ڪوئي،
عينا سڃاڻين عينون عينون.

## ڪافي روپ آسا

هر وچ هرڪون، سهي ڪيتو سي يار،
هر وچ تجلا هردا يار.
هر رنگ دي وچ سير ڪيتوسي،
بيرنگ ارٿ اگر، ڪم ٿيوسي،
ڪيها پڇڻ وَت تنهن دا يار.
الانسان سري سمجهيوسي،
دانا سره راز ٻجهيوسي،
ڪيها ڪرڻ قول ڏوجها يار.
رنگ وچون بي رنگ بڻايس،
جيوين گل وچ بانس ڇپايس،
جنهن دا شرح نہ ڪو شمار يار.
"درياخان" هر صورت سبحاني،
جت ڪت نور ڪوهہ طوراني،
بت خاني ڪنون ٿيوسي بيزار يار.

## ڪافي روپ قصور

مشڪل يار دي ياري ھي،
لانوڻ، نينھن نڀاوڻ اوکا!

لانوڻ عشق ڪيھا پڇتاوڻ، جڳ ملامت خواري ھي.

عاشق نام سڏاوڻ سوکا، زور نہ ھاسي زاري ھي.

عشق ملامت جنھن تي آوي، ڏي سر چاوڻ ساري ھي.

"درياخان" برھہ دي اوکي بازي،
بـار چـاوڻ سـر بـاري ھي.

## ڪافي سر سارنگ

عشق رنگي رنگ دي وچ، بيرنگ چارنگ لايا ھي،
سڀ دي رنگ دي وچ سائين، سھجون آپي آپ سمايا ھي.
اي جڳ بازيگر دي بازي، سانگ سرير چا ٺاھيا ھي،
آپ ڪيڏي، آپي ڪيڏاوي، آپي پل پلايا ھي.
بحر، اسرار بھار ٻٽايس، بلبل شور مچايا ھي،
ڪيئي ڀُٽڪار ڀنور پئي ڀُٽڪن، بانس اتي پرمايا ھي.
ڪيئي بحر بيابان بيحد، ڪيئي جھنگل ڇايا ھي،
گھٽ گھٽ دي وچ سوئي ٻولي، انت ڪسي نھين پايا ھي.
ڪٿان قاضي کولي ڪتابان، وچ مصلي منھن پايا ھي،
ڪٿان ڏُٺاريدار ٻٽيا ھي، ڪٿي سنت سڏايا ھي.
ڇوڙ غافل غفلت بازي، اي ڪل ڪوڙي ڪايا ھي،
ڪل شيءِ پريا پر پورڻ، انڊ يا پنڊ اجايا ھي.
دلبر "دريا خان" دا، وچ وسدا، ھر شيءِ دي وچ آيا ھي،
آپي اپڻي ٻول ٻوليندا، آپي آپ گڻ گايا ھي.

## ڪافي بلاولي

نام تيڏي جڳ مُوهيا يارا
بيوس لڳيان وچ لج پالين.

عشق جڏان ٻهہ حڪم هلايا, آوڻ نال ڪيها ٻنگ لايا,
بيوس تيسان هڻ لاچار نت نت ماس هڏان تون گالين.
جي تون آوين اسان ڏي ويڙهي,گهول گهتان مئين سڀئي ڪيڙي,
ويکا تئيں ڪون مئين ڪر سينگار هيڪر اساڏي اکڙيان پالين.
ڪتان رانجهن دا ڪيتيءِ رايا, ويکڻ سير سيالين آيا,
هيردي ڪارڻ حال گنوايا, چوڙڪي آيا تخت هزار
ڪرڪي چاڪ چناب دي چالين.
"دريا خان" عشق عقل ڪون نيتا, باهہ برهہ دي آنبا ڪيتا,
پڙڪي پڙڪي بي شمار نت نت جو شان وچ پياجالين!

## ڪافي پهاڙي

عشق دي اُلتي چال, لوڪان نون خبر نہ ڪائي.

اُلتي ٻولي, اُلتي چالي, اُلت سماون مست موالي,
اهو فقر دا حال, رهندي صاف صفائي.

عشق امام حسين چايا, جنهن سر نيزي نينهن جهُلايا,
ٻي دي ڪيا هي مجال, ڏيندي مُلڪ اوگاهي.

عاشق چاڙهي اوهين وچ چڙهدي, موتوا تي, اناالحق پڙهدي,
مرڻ جيوڻ دا نہ خيال, ڏي سر ڪرن ادائي.

عاشق نام سڏاوڻ سوکا,"درياخان" نينهن نياوڻ اوکا,
دم دم ڪرن وصال, رکدي خيال خدائي.

## ڪافي پهاڙي

عشق ديان اُلٽيان بازيان، ڪوئي اُلٽ بازيگر ويکي.

علم حقيقي عاشق پڙهدي، ڪل نهين ملا قاضيان.

عشق دي منزل اوکي اٽانگي، گوءِ چاتي ڪنهان غازيان.

عشق الهہ دي ٻاجهون يارو ٻي حيلي سڀ سازيان.

"دريا خان" دم دم هادي دي،
سوجانان لڪ آزيان.

## ڪافي بلاولي

رانجهون سانون رمزان لايان،
چاڪ چڪڻ سانون رمزان لايان،

رات انڌاري چڪڻ چاڙهي، رم جهم مينهن وسن ڦوهاري،
عشق اري وچ آئيان!

مل سياليان ڏينديان طعني، اٿنديان ٻهنديان نال بهاني،
ڪيها ڏوهہ پرايان!

گهول گهتان سڀ ڪيڙياندي ويڙهي، جنهان وت ساڏي دوست نکيڙي،
ٻن چون تنهان ديان ڄائيان!

"درياخان" راهہ رانجهو تي ويسان، هڪ پل پير پڇي ناپيئيان،
توڙي هوون مايان پرائيان پائيان!

## ڪافي سر آسا

مُکڙا اسان نون وکاکي،
وت کیون هُڻ آپ چُپئندين!
سائين مکڙا وکاکي.
ونحن اقرب دا ڏس ڏتوئي، اهوئي سبق سکاکي،
سائين سبق سکاکي.

فانما تولو فثم وجهه الله، جت ڪٿ رهيون سماکي،
سائين رهيون سماکي.

انااحمد بلا ميمي، اهو حرف الاکي،
سائين حرف الاکي.

"دريا خان" کنون باقي کيوين، وتندائين آپ چپاکي،
سائين آپ چپاکي.

## ڪافي جوڳ

بيرنگ بن کر آيا يار،
سب رنگ دي وچ سهڻا سائين.
سب رنگ دي وچ سير ڪريندا، انت کهين دي وچ نهين اَوندا،
ٺاهه عجب اهو ٺاهيا يار.
آدم اولي آپ چپايس، سانگ سرير دا بيک بڻايس،
صورت وچ سمايا يار.
رنگپور آکر کيتس رايا، آپ کون آپي ويکڻ آيا،
کهڙا بازيگر بيک بڻايا يار.
"دريا خان" آپ وچون نا آٽين، حق سچاٽين غير نہ آٽين،
جيوين منصورانالحق الايا يار.

## ڪافي جهنگلو

عــشــق ســوداگــر ســردا آيــا،
ڏي سر سودا سنگيني وي يار.
سر سرواهہ سپوئي سودي دي وچ، آپ سودا چا انگيني وي يار.

غير گمان، خيال خودي دا، وچ وحدت ونگيني وي يار.

عشق دي راهہ سڃاڻن عاشق، ڪڍ ٻيائي چا تنگيسي وي يار.

آ عشق وچ راهہ عشق دي، نيڪي بدي دونون ڏنگيني وي يار.

"دريا خان" سودا ٻي سودي دا،
موڙي محبت منگيني وي يار.

## ڪافي جوڳ

مُــرلــي ڏُم مــچــائــي يــار،
رنگپور دي وچ رانجهن والي.
تخت هزاري دا رانجهن سائين، آيا ويس مٽائي يار،
ڪر چاڪ چناب ديان چالي.

و نخفت فيہ من روحي، ساڳي ڦوڪ سٽائي يار،
ڳالهہ اهين تان مئين وت ڳالي.

اصلئون اهو سر اهو رايا، ڪل ڪهين ڪون نہ ڪائي يار،
پريت اسين نال آپي پالي.

"درياخان" ساڏي اصلئون آهي، نال ماهي دي سچائي يار،
خام خيال ڪيڙياندي خالي.

## ڪافي بلاولي

واھ بازيگر تيڏي بازي،
سڀ اولي آدم سازي.

يونس پيٽ مڇي دي پ‍ـيءِ، نوح نبي طوفان چڙھاييءِ،
مُلين ھتئون منصور مراييءِ، تي قضا تي قاضي.
ڪٿ حاڪم تي حڪم ھليندا، ڪٿ گداگر تي گذريندا،
ڪٿ سورھيہ تي ملڪ مريندا، ڪٿ تيغ بهادر غازي.
ڪٿ سناسي نام سڏيندا، تلڪ مٿي ڳل جٽيا پئيندا،
ڪَٿ مصلي مسيت وچيندا، ڪٿ وعظ ڪريندا وعظي.
سهسين مذهب سير ڪريندا، انت ڪنهين وچ نهين آوندا،
ڪٿ شيعا ڪٿ سني سڏيندا، ڪٿ روزيدار نمازي.
"درياخان" دعوا دور ڪيتوسي، امر علي ارشاد ڏتوسي،
دل وچ ٻيا ڪوئي پهہ نہ پيوسي، رمز اِهين دي وچ راضي.

## ڪافي بروو

ميخاني وچ مليا يار
وچڻ مسيت اسانڏا ڪهڙا مقصد!

بتخاني ڪنون بيزار ٿيوسي، سجدي سجائد، سڀ ڀُل ڳيوسي،
جڏان آپ تي آيا اعتبار ورد وظائف ڏوهين ٿئي رَدا!

مُک محراب سجڻ دي صورت، بيرنگي موهيا، موهڻي مورت،
جڏان عشق ٿيا اظهار تڏان اندر اپڻا تي ڳيا مسجدا!

هتئون هادي دي جام پيتوسي، ڪهنا ڪيف ڪلال ڏتوسي،
تنهن دي خاص خمار تالان ڪيتي تسبيح تهجدا!

"دريا خان" آپ وچون نا آٽين، حق سڃاٽين، غير نہ ڄاٽين،
ڪول اکيون تان ٿيوي نروار الله مرشد هڪائي هي حدا!

## ڪافي جهنگلو

عشق نہ پڇدا ذات صفات،
جنهان نو لڳدا، سي پروان!
جنهان وت لڳڙا، سي وتن ديواني،ڪڏان وچ مسجد ڪڏان ميخاني،
ڪڏان وچ مستي ڪڏان حيران!

وچ ڪفر اسلام دي قائل، خير، شر ڏونهان وچ مائل،
ڪڏان وچ وستي ڪڏان ويران!

نا وچ دين، مذهب نا آندي، ڏک سک ڏيک نہ تيون ماندي،
رهن هميشه اپڻي وچ پئي غلطان!

"درياخان" عاشق عشق ڪماون، دم دم خون جگر دا کاون،
ڏي سر ساهہ ڪرن قربان!

## ڪافي بلاولي

پُڇ دردونديان دا حال،
او رهندي اپڻي خيال.
درد واليان ڪون عام ڪيا ڄاڻن، بن محبوبان ڪيوين سڃاڻن،
ڳجهي تنهادي ڳال.
ڏٺڙي پاڇهون نہ عاشق رهندي، هن غواصي رنگ بحر دي،
ڪيتي نينهن نهال.
عاشق مست رهن ميخاني، ڪڏان وچ مسجد ڪڏان ميخاني،
ڪڏان چلدي عجائب چال.
"دريا خان" عاشق مرڪي جيون، وحدت جام وصالئون پيون،
هٿئون ڪيف ڪلال.

## ڪافي جوڳ

عشق ماهي دي سانون نديان تاريان،
بيوس تي هـان سئيان توبھ زاريان.

تيڏي ڪيتي مين ڪڙي ڏيکان، نيڻين وهن رم جهم ناريان.

درد بنا دم ڪوئي نهين دانھ، بار آيا سر برھ ديان باريان.

پڇديان ٻانيڻ جوتشي، ڪانگ سدا پئي اُڏاريان.

سهڻا ويڙهي آوسي، مئين تان وارڻ واريان.

"دريا خان" درد تساڏي ڪيتي، ٻهون مانديان،
مُڪڙا وڪاوين سانون، محبت ماريان.

## ڪافي بلاولي

لــڳـڙيـــان دا پــيــنـدا دور،
نال خوشي ڪل سر تي سهاون!

جنهان وت لڳڙي سي وت ڄاڻن، محبت دا مذڪور.

جنت دوست نباهي دوزخ، ڪيا وت حور قصور.

هڪواري مل يار پيارا، دو جڳ ٿيوان سرور.

طعني تهمت سڀ لوڪان دي، سانون سيئي منظور.

"دريا خان" عشق دي اها نشاني، ڏي سر تي مشهور.

## ڪافي جھنگلو

جت ويکان تت تون ھي وسدا، ساڳي صورت يار دي،
ڏئي دل تون ڪر پاسي، ٻيائي ٻي پار دي.

اندر ٻاھر تون ئي وسدا، اک پٽ اھنڪار دي،
فاينا تولو فثم اشارا، سوجھ سرجڻھار دي.

ڪت عاشق عشق دي بازي، چوطرف چوڏار دي،
سر جدا تن تيغ تلي، دل جھلڻ ڪادار دي.

ڳالھ آکڻ وچ نهين آوندي، عشق دي اطوار دي،
سُتِ ڪنهين ڪون آپي هوسي، بيخودي دي بار دي.

"درياخان" قابو ڪش قمر تون، اَپٽي آپ اعتبار دي،
ونحن اقرب، ويجھا وسدا، مامر تنهين مختيار دي.

## ڪافي تلنگ

تيڏي ويندي ھي عمر وھاڻي،
تــون تــان سمجھ يار سياڻا.

اج ڪلھ تيڏا ساٿ لڏاڻا، چاڻ اي توڙ نياڻي،
ڪيوين تون تيندائين اَياڻا يارا!

ميڏي ميڏي ڪر مايا ميڙيىءِ، ڪوڏي نہ تيڏي ڪماڻي،
اُتان نال نہ جُلسيءِ ناڻا يارا!

اِتان ڏيسين، اُتان ڪم آئسيءِ، اڳون اَن نہ پاڻي،
ڪجھ پوک ڏرم دا، داڻا يارا!

"دريا خان" تون ڪر ڪا آپٽي، آپ وچون نا آٽين،
پچين جيوين رب دا پاڻا يارا!

## ڪافي بروو

تخت هزاري دي جوڳي، جادو لايا مئين نون!

بيخودي دا باب پڙهايس، هويا حال وهالي دا،
سائين سمجهايا مئين نون.

تن من اندر هويان بهاريان، ڪليا گل هزاري دا،
اَلهه چا وڪايا مئين نون.

ڪنين ڪُنڊل، مُک وچ مُرلي، لڳڙا نينهن نظاري دا،
اهين جوڳي ڪُهايا مئين نون.

"درياخان" دم دم نال اساڏي لڳڙا پريم پياري دا،
سيني آ سمايا مئين نون.

## ڪافي بلاولي

سانون رمزان رانجهن يار ديان، هر وقت هميشه لڳ رهيان،
هر وقت هميشه لڳ رهيان.
ويسان نہ رهه سان ماهي دي بيلي،
ڪٽڪن ڪنڊيان، ڪانهن ڪهيلي،
لنگهه ويسان سبزيان پار ديان، مئين مشهور تي وچ جڳ رهيان.
پيٽان پائي، هتڪي مائي،
ڪرن ڪائي بي همسائي،
سانون مهٽيان نال ڪيو مارديان، مئين تان طلب سچي نال تڳ رهيان.
"دريا خان" ماهي الهه ملايا،
جنهندي آهي، سو شاهه پايا،
هڻ ڪيا ڏوهه سنسار دا، مئين تان نال ماهي لڳ رهيان.

## ڪافي جوڳ

دل خانہ هي خود خانہ،
جي تون اَپڻا آپ سُڃاڻين!

جوئي ظاهر سوئي باطن، بيشڪ يار يگانہ،
جي تون آپ وڃون نا آڻين!

جوئي عاشق، سوئي معشوق، اي او سڀ بهانا،
جي تون ڄاڻ اهين ڪون ڄاڻين!

*ڪل شي محيط همہ وچ، سڀ صورت هڪ معنيٰ،
الا، جلوي جوت سمائي!

"درياخان"مڙڻ محال هويا، هڻ هي صاحب دانا بينا،
پر ويندي هي دل وهائي!

---

* اِن الله علي ڪل شيءِ محيط.
خدا هر شيءِ تي حاوي آهي. (قرآن)

## ڪافي

عشق دا رنگ نہ روپ نشاني،
بي رنگ باھہ دي وِچ جلٹا اِي.

عشق جتان وَج پاندا جھاتي،
تنھن ڪون ڏيندا فيض حياتي،
موتو قبل مرٹا اي، مار* زغار خيال شھاني.

عشق زليخا نال ڪِيھا ڪم ڪيتا،
يوسف ڪون گھِن مصر وچ نيتا،
دل پچون تي نہ ولٹا اي، زر خريد تيا شاھہ ڪنعاني.

"دريا خان" عشق دي اھا نشاني،
ڳول مريندا ڪيئي اخواني**،
چل نہ بي ڪنھن ڄُلٹا اِي، ڏي سر عاشق تي قرباني.

عشق ملامت جنھن سر سرچائي،
لاڪي دست عدو ڪر ڪاني،
قدم عشاقان نئي ڏرٹا ھي ووبار پن چوڙيندا ھي ڪل جسماني.

---

* زغار = شور- مھيلوڙ. نعرو- فريلا.

** اخوان صفا: چوٿين صدي هجري (ڏهين صدي عيسوي) ڌاري جڏهن بغداد جي خليفن دين کي سياسي مقصد لاءِ استعمال ڪري انتشار پيدا ڪيو تہ فلسفين جي هڪ طبقي نروار ٿي دين کي فلسفي جو رنگ ڏئي انسان ذات جي نجات جي لاءِ نيون راهون کوليون. اڳتي هلي هن طبقي خلاف ڪفر جون فتوائون جاري ٿيون ۽ هن کي قتل جو سزاوار قرار ڏنو ويو. - مرتب

## ڪافي روپ ڪسوري

هـــر مظهر دي وچ عاشق يارو،
سارا سير ڪريندي وهہ واهہ!

الانسان، لباس اِهين وچ،
طرحين پوش پهريندي وهہ واهہ!

ڪڏان وچ مسجد، ڪڏان بتخاني،
جٽيا، تلڪ لڳئيندي وهہ واهہ!

هوڪا مار اناالحق والا،
سولي قدم ڌريندي وهہ واهہ!

ڪتان ويراڳي يسمي لئيندي،
انگ ڀيوت رهيندي وهہ واهہ!

ڪڏان مست رهن وچ ميخاني،
سر سبحان ڌريندي وهہ واهہ!

ڳل وچ ڪفني دست پهوڙي،
دونهين درد دکيندي وهہ واهہ!

ڪڏان وچ بازار ڪڏان وچ پردي،
گوشي ٻهہ گذريندي وهہ واهہ!

"دريا خانؔ" عاشق ڳالهہ اهين وچ،
موتو تي مَر جيئندي وهہ واهہ!

لٿڙي هول جساب حشر دي،
ڪيهي قرض پريندي وهہ واهہ!

## ڪافي روپ بروو

عشق هويا فرهاد، مڻن دا تڪر ٿُڪيندا.

طلب دا تيشا هٿ ڪريندا،
اول ماري ڪل مار چويندا،
پڇي ڪريندا شاد، هستي هووڻ مار هٽيندا.

جوڙ جسم دي سب ڍهيندا،
هستي دي ننبڙي زور ٻٽيندا،
برهہ ڪيتي برباد، پاڙون پهاڙ پٽيندا.

اج اسان نو سٹو ڙي سيان،
برهہ برادن ياڳي پئيان،
عشق ڪيتا امداد، عامي انگ مَتيندا.

"دريا خان" اپٹا آپ نہ ڄاٹين،
ظاهر باطن ذات سڃاٹين،
آپ رکين آزاد، اي سر غازي گوءِ سٽيندا.

## ڪافي روپ بلاولي

هر مظهر وچ وسدي هو آپ،
رنگپور دي وچ مار ڪي نارا.

ڪُن وچون فَيَڪُون تي آيا،
آوڻ نال ڪيها رنگ لايا،
بار برهہ دا مئين سر چايا،
ڏيئي رمزان ڪسدي هو آپ،
عشق دا پسريوئي پاڻ پَسارا.

منصور معراج سولي تي ڪيتا،
وحدت جام شهادت پيتا،
بيشڪ عشق اُهين ڪون نيتا،
ڏس اناالحق ڏسدي هو آپ،
ملا هو قِر ڪيتوئي مارا.

سر عشاقان حڪم هلاييءِ،
شيخ عطار دا ڪنڌ ڪپاييءِ،
شمس الحق دي کل ڪلاييءِ،
پرت انهاندي پسدي هو آپ،
قم باذني دا ڪر ڪي اشارا.

”دريا خان“ عشق اسان ول آيا،
سو مئين چُمر اڪئين سر چايا،
آيا ولدا نهين ولايا،
رمز انهين ڪون وسدي هو آپ،
لاشڪ آيا اسانڏا وارا.

## ڪافي روپ آسا

پُڇو پُڇو حال ڙي، ســامي دا سئيان،
جھنگ پڇيندا آندا، ميري مَن ڀاوندا.

تخت هزاري دا جوڳي آيا،
تين وت ڪيھا بيک بڻايا،
ويکو عجب خيال ڙي، سامي دا سئيان،
ونجھلي وڄاندا، ڳاندا چيٽڪ لاوندا.

عجب عجائب ويس ڪريندا،
موھن مُرلي دي نال مريندا،
سڻ ڏڻ تيان سچال ڙي سئيان،
چشمان چاندا، ڪيھان رمزان رلاوندا.

اِهين جوڳي دي نال مئين جوڳڻ ٿيسان،
ڳل وچ خرقا خاڪي مئين پئسان،
برھ تنھيندا بدحال ڙي، سامي دا سئيان،
لنو جو لاندا، جاندا پيچڙا پاوندا.

”دريا خان“ دلبر دل وچ وسدا،
ماھي مليا ڪيڙا سندا،
ڪيتا نينھن نهال ڙي سئيان،
پؤ پؤ پاندا چاندا اگڻ سُهاوندا.

## ڪافي

پار درياهون وڏڙي ويلي،
ماهي منجهيان چيڙي.

ڏمر پئي راڄ سياليان، ونجهلي دي ڏنڌ ڪالي،
چيٽڪ لاوندڙي ني، ميڪون پاوند ڙي ني.

وچ پڇو جوڳيان ڪنون، ڪيها رنگ بڻايا،
تخت هزارا چوڙڪي، رانجهو جهنگ پڇندا آيا،
چاڪ سڏاوند ڙي ني.

ڪن وچ ڪنڍل مُک وچ مُرلي، انگ ڀڀوت لاوندا،
ڳل وچ ڪفني دست پهوڙا، دونهان درد دکاوندا،
بين بجاوند ڙي ني.

"درياخان"درد فراق ماهي دي، ڍونڍيا جهنگل ٻيلي،
راڄ سياليان ڳول لڌا، ميڪون وڇڙيا مرشد ميلي،
اگڻ سو آوند ڙي ني.

## ڪافي ڪوهياري

چم چم چيرين دا چمڪار
تيڏي عشق نچايا يار

مئن گهر آو ني ٽيوان گهولي،
ڦنڍي مول نہ ماوان چولي،
لهن رقيبان دي رڳڙي رولي،
آءِ تہ ڳالهيان ڪرون ڏون چار

هردم بيٺي ڪانگ اُڏاوان،
دم دم بيٺي ڦالان پاوان،
ٻانيڻ جوتشي روز پڇاوان،
سڄڻا آوسي ڪهڙي وار

عشق تيڏا مئن پايا جهولي،
ڳل پشوازان نڪ وچ ٻولي،
ڳلي ڳلي وچ ٽيسان ڳولي،
تي ڦرسان ڦيريدار

"دريا خان" يار ٽيا هڻ ياقي،
ڪا جا لهٽي آهس باقي،
ٻني پئي ول هان عشاقي،
ڏي ڪو دارون ديدار

## ڪافي سر بلاولي

عشق الانبا سر تي چايم،
مهٽا ماهي يار دا، دلدار دا.

رات انڌاري مئن اَڻ تاري،
تُرها توڪل تار دا، دلدار دا.

روڪ رهيسان جهوڪ رانجهن دي،
پنڌ پچيسان پار دا، دلدار دا.

برهه گهمايم بابو گهٽيان،
لاهه ڪڙا بازار دا، دلدار دا.

سسئي ويچاري سورن ماري،
پنهل ڪيچ ڪوهيار دا، دلدار دا.

دل ميڏي ڪون درمل ڏيسي،
محرم مئن بيمار دا، دلدار دا.

ڇُم "دريا خان" اکين چاتم،
طعنا لک هزار دا، دلدار دا.

## ڪافي

سانو ريتي سئنيو مئين مست ديوانيان،
مست ديوانيان، تهدل ٻانهيان.

شمس قمر يار ميڏي ڏي، صورت يوسف ثانيان،
مئين مست ديوانيان.

جت ڪٽ دي وچ تون هي وَسندئين، لاشڪ لا تہ مڪانيان،
مئين مست ديوانيان.

جلوا ڏي ڪي دل کس ڳدوئي، ڏونهين نين لٽايان،
مئين مست ديوانيان.

"درياخان" دم دم در هادي دي، حيرت وچ حيرانيان،
مئين مست ديوانيان.

## ڪافي جوڳ

وَقت اهوئي وَل نہ آئسئي، ڪر گھِن وَٽج واپار.
دنيا دولت، مال خزانا، ساڻ نہ هلندا بات بيانا،
تي فقير، وجهہ ڳل وچ ڳانا، اپڻا اندر اُجار.

وٽج وهائج چڱا تون خاصا، تول وڪامن رتيون ماسا،
ڪِني وکر دا چڱا ٻہ نہ ڪاسا، اهو ظاهر تي اظهار.

"درياخان" دل دا ڏيان ڏريجي، وطن وچن دا خيال ڪريجي،
پاڻ ڏاڍي ڪنون آپ ڏريجي، پڙهجي استغفار.

## ڪافي ڏناسري

تيري نئنا مجهہ ڪون ماريا پاهيڙا.

عشق 'تساڏا' سر اسانڏي، بار برهہ دا بَارا.

تيڏي راهہ تي اَنِ پيوسي، پل ڳيوسي هرچارا.

گهايل ڪي گت گهايل جاڻي، ڪيا جاڻي ويچ وچارا.

"درياخان" اي جڳ جوڻا سارا، چوڙ چڪڻ دا چارا.

## ڪافي

هي حيران سهڻي يار ڪيتا،
گهر ٻار اسانون ڀُل ڳئي.

سانون يار دي حسن حيران ڪيتا،
ڪم ڪار اسانڏي رُل ڳئي.

جيڪي ڦت فراق والي هئي،
سي تہ ڇُلدي ڇُلدي ڇُل ڳئي.

جيڪي عاشقان دي نندا ڪرن،
اهي راج رقيبان دي رُل ڳئي.

هادي يار مايا مطلب تئي،
تاڙيان تاڪ اندر دي کل ڳئي.

"درياخان" پُڪي هڻ يار دي پيوسي،
اهي هو ڪي اسانڏي هل ڳئي.

## دُوھا

پريم پارکو ڪوئي نھين، جو ڪري پريم پڇان،
"دريا خان" جس گھٽ پريم ھي، اس گھٽ پر ھي گيان.
پريم پريمي ڪھين نھين، جو ڪري پريم دھيان،
"درياخان" جس گھر پريم بسي، اُس گھر بسي بھگوان.
پريم تو ميري بس مين نھين، پريم نہ ميري ھاٿ،
ھان ستگر ساو ڏيان، جو ڪھ سمجھاوي بات.
پريم ڀڳت ھي، پريم ھي ڀڳتي، پريم ھي مندر من ڪا،
پريم ڪي دھرتي ڪي جو باسي، سورج چندر سب اُن ڪا.
پريم ھي پارس جگ ھي پاتر، پارس پاتر جو مل جائين،
ساري روگ دفع ھوجائين، دکھ ھي سک مين بدل جائين.
جوگي رُوگ سرير ڪي، سنگت نام سون جون جل پاني،
"دريا خان" آس نراس برابر، جو ديکا سو فاني!

## ڀڄن

شيام سندر آيو ري، سکھي ري ميرو ڪانُ!

بند رابن ۾ کيلي ھوري، سنمک صاحب شيام ڪشوري،
راڌا روپ بنايو ري، سکھي ري ميرو ڪانُ.

پانچ سکھي مل منگل چنگ، مردنگ ڪي چوٽ چلايو
رنگ رس تال بجايو ري، سکھي ري ميرو ڪانُ.

"دريا خان" پرتب ھي پايا، ستگر سبد ۾ سھج سمايا،
آپ آپي گن گايو ري، سکھي ري ميرو ڪانُ.

## شبد

مَت پولو! مت پولو!!
هر نام سمرمن مت پولو!!

ستگر سبد سين اُلٽ سمايو
ڪايا ڪاشي تيرٿ تايو
من ڪي پانچ سوامي منايو
گيان هندولي مين جهولو!

مَت پولو! مت پولو!!
هر نام سمر من مت پولو!!

## واڻي

سيئي مايا ۾ اَٽڪي ساڌو ورلا گورک هَٽڪي.
پانچ پچيس وڏر مُٺ ڏاري، جو آگي سي لَٽڪي.
ڪوئي ڇُوٽا ڪوئي آڻ ٻڌيا،ننڍيا جيسي نئي سو اَٽڪي.
گهر ڪي ناري ڪري چترائي، تہ آن ڪجهہ ڪٽڪي.
من ٻهہ رنگي، ڀهرتيان ڳئي، ناٿ ڪري سي نٽڪي.
سٽي سانپري بات نہ پاوي، گهاٽ گهڙي سي گهٽڪي.
لک گيان ڪري سي ڪوڙا، سب سي جهيڙي جهٽڪي.
گهر ڪي مايا مول گنوايا، پوندو در در پٽڪي.
”درياخان“ موهہ مايا ڪي، ڦاسي چڙهاوي ڪٽڪي*.

---

* ميري نئنا نپٽ بَنڪٽ ڇهوي اَٽڪي، ميران ٻائي پريم واني مرتب سردار جعفري، هندستاني بڪ ٽرسٽ بمبئي، ص 132.

## وائي

بن رهڻي نهين پاوي گا، ساڌو! الٽ بيک لجاوي گا.

قاضي 'پنڊت' بيد ڪتيبان،
پڙهہ پڙهہ ملڪ پلاوي گا.

اوران ڪون اُپدشِ ڪريلا،
من پر ٻڌنا لاوي گا.

ڪاهيون تپسي تپسر هوڪر،
پولا، پچا سڪاوي گا.

پاؤن اونچا ڪرسي تلي ڪر،
لوڪان نون لٽڪ دکاوي گا.

ڪاهي سون بيراڳي پسمي لاوي،
انگ پڀوت رماوي گا.

پوج پٿر ني ڪلس چڙهاوي،
آڳي سيس نماوي گا.

ڪاهي سون مورک منڊ منڊاوي،
ڪاهي سون جوڳي جوگ ڪماوي گا.

پوري ڳرنب پار نہ پاوي،
سر پر بوجهہ اٺاوي گا.

ڪٿني بڪني، مان وڏائي،
نوين نوين گيان سٽاوي گا.

"دريا خان" اوپد سوئي پاوي،
جو جيتائي مرجاوي گا.

## واٽي

گرنب ڪونہ سڌاري، گربن ڪونہ سڌاري،
ٻو بت ٻو بت ٻھو ساگر مين، بانھہ پڪڙ گرتاري.

بالاپن ھنس کيل گمايو ھي ھي ڪرتي ھاٿ نہ آيو
ڪوڙتي جوين لاري.

توئي ڪرتا ميري ميري، ناڪجھہ تون ھين ناڪجھہ تيري،
ھي ھي ڪرتي ھاري.

ڪام ڪروڌ موھہ اھنڪارا،پانچ پچيس مل ڪيا پسارا،
ايڪ ايڪ لڙڪت نياري.

"درياخان" گربن ڪسون نہ پايا، ستگر مليا جدڪال مٿايا،
ڀھون ويد پران بچاري.

## وائــي

اَڪل ڪَلا ڪيل، ڪيل ڪيلارا،
ڪنــڌ برهمڻ مــايــا سونيارا.

جوڳي جوڳ، جون نهين پاٽي،
بن چپيا ڪي اُلٽي باٽي،
چندر سور گگن نهين تارا.

تيرٿ ورت گنگا نهين ڪاشي،
ناهين پاتر پوجا واسي،
ناري ناپُرش نهين اَوتارا.

هندو ناترڪ* نهين اُوڌوتا،
ناوه مات پتا نهين پوتا،
آپ سون آپ پيا نرڌارا.

روپ نہ وَرن لکيو نهين جاوي،
جون ڪوپ ڪي ڇايا ڪوپ سهاوي،
حد بي حد پياهي پسارا.

”درياخان“ يہ پَد جونر بوجهي،
جو راسي تان ڪو نهين سوجهي،
آواگون جيت نهين هارا.

* ترڪ = مسلمان. سلجوقي دور (1077ــ 1307ع) ۾ مسلمانن تي هندن اهو نالو رکيو.

## وائـي

ساس آساس صاحب تيري سنگ هي!
پـــول پـٽـڪ مـــت بـنـدا ري!

غافل غوطا دم دم کاوي،
آپان پولا اورانون پُلاوي،
آتم ڇوڙ پتر نون ڏياوي،
اس ڪا وارون مئين ڪنڏا ري!

تيرٿ برت ۾ ڪسون نہ نايا،
گريا ڏِالا، مول گمايا،
ستگر سين سمجھ نہ لايا،
رام پچن بن گندا ري!

سبد نفارا رُڻ جُھڻ باجي،
انحد گھور گگن ڏن گاجي،
پلپل سندر سٽت اَواجي،
بادل اَمين بر سندا ري!

اپٽي آپ ڪون جانت ناهين،
در در دوڙي پٽڪي واهين،
دوڙ پڙي انڌا ڪونيِ ڪي مانهين،
سونر نرڏن انڌا ري!

"درياخان" رام نام ڏن لاگي،
ڏب ڏيا ڏوپ پرمنا پاڳي،
غلام علي گرو صاحب ساڳي،
ڪاٽ ڏياجم فندا ري!

## ڪافي بلاولي

حسن ڪي گلي مين آڪر، جس ني ليا پايا،
رو رو هــوش گنوايا، مــرجــي مــحبوب منايا.

ديوار سي جهاتي، جس ني آڪي پاتي،
دل اسي ڪي ڦاٽي، عشق ڪا هي رُويا هس هس سيس ڪٽايا.

صورت سمجهہ آئينا ذاتي، راڪي دست محبوبان ڪاتي،
اِتان عاشق سين نِوايا، جيسي آيا، قدم اُٺايا.

اصل محبوبان اها چالي، سرڪش سيف، هٿ رڪن خالي،
روٺا عاشق سر آڪايا، اَپڻا قرب وڌايا.

"دريا خان"عشق اوقات اولي، جو 'سرگيان'پريم ڪا جهلي،
هت ڪاڻ اسان ول آيا، ول ولدا نهين وَلايا.

## هرڪا سمرڻ

ڪوئي گياني، ڪوئي ڌياني، ڪوئي پٿر پوڄي پاڻي،
ڪوئي برما، بيد بکاني، هرڪا سمرڻ يون ئي نانهين!

ڪوئي جپ تپ سمجهه سار، ڪوئي ڀوڄل ٻوڙي گينوار
ڪوئي ڪواڪ اتري پار، ڪوئي نيم ورت ڪي مانهين،
هرڪا سمرڻ يون ئي نانهين!

ڪوئي انگ ڀڀوتي جوڳي، ڪوئي ڪرم ڪانٺ مهاروڳي،
ڪوئي ڪامي ڪريا ڀوڳي، ڪوئي رَمتا مونڊ منڊائي،
هرڪا سمرڻ يون ئي نانهين!

ڪوئي ڏيس و ستر تياڳي، ڪوئي هر سمري وَڏ ڀاڳي،
ڪوئي موهه مايا سون لائي، ڪوئي ڍونڍهي ڀٽڪي جائي،
هرڪا سمرڻ يون ئي نانهين!

”درياخان“ سمري سو هي سورا، اوهي سنت صاحب ڪا پُورا،
انحد ناد بجاوي تورا، مئين ڪا اب مول گمائي،
هرڪا سمرڻ تهين پائي.

## اُلٽ بيد

ڪاءُ حرام حلال بچاءِ ناهين،
اڌ ڪاڏا ڪر ڇوڙي ناهين،
جو ڪاوي تو امراپور جاوي،
"دريا خان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

اونچا سر اور نيچي باڙي،
پسري بيل اُگي ارماڙي،
اس ماڙي ڪا ڪوئي پار نہ چاوي،
"دريا خان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

ايڪ ترور ڏيکا بنان پاڙ
بن ڦولان ڦڙ لاڳا جهاڙ
آپ اُناوي سو ڦل ڪاوي،
"دريا خان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

ايڪ پنڇي ڏيکا پاؤن نہ پک،
ڏيرا گگن مين رهت الک،
ٻهت پيڇري سرب سماوي،
"دريا خان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

ايڪ پنڇي ڏيکا هاڏ نہ ماس،
ڏيرا گگن مين رهت اُدياس،
سوهون سين آڪاس چڏاوي،
"دريا خان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

ايڪ ڪلچڙ ڏيکي نار
ڦري ڪنواري ڪري سنگار
چوٽا موٽا انگ لڳاوي،
"دريا خان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

اس ناري ڪي پانچ حواس،
چوراسي مين رهت مواس،
ڪواڪ سورا مار مناوي،
"درياخان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

جون اَنلي مانهين سوئا لتڪي،
آپي ٻاجهي آپي اَٽڪي،
ايسا ٻانڌا ڪون ڇُڙاوي،
"درياخان" اي ڪوئي پيند بتاوي!

ميندي ڪهي [illegible] لائ
هي سو لال اور لال لڳاؤ،
درد ڦري ڪو لالي لاوي،
"درياخان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

جل ڪهي جا تيرٿ نائون،
بنا تيرٿ مڪت نہ پاؤن،
ميل اسي ڪا ڪون مٽاوي،
"درياخان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

ڪهان پٿر پاني پوجي،
اپڻا آتمر ڏيو نہ سوجهي،
پوجا ناهيا، ڏيو نہ ڏاوي،
"درياخان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

ڏيو ڏاياتو اپجي ايمان،
سوهون سونسا ڇوڙ گمان،
اي پد ڪوئي ورلا پاوي،
"درياخان" اي ڪوئي پيد بتاوي!

## سي حَرفي

س۔ صفت سبحان ڪيَ، مُک سون کھي نہ جاءِ،
اي عقل ڪلاڪو کيل ھي، ناسر ھاٿ نہ پاءِ.
(ڏٺيءَ جي واکاڻ زبان سان ڪري نٿي سگھجي چو تہ اِھا عقل جي بازي آھي، ھٿ پيريا مٿي ھٿڻ جي ھتي جاءِ ئي ڪانھي.)

م۔ مارگ برم ڪي، بن پاءِ چلٽا ھُوءِ،
اَو گھٽ بگين بات ھي، سورھہ پوجي ڪوءِ.
(سچ جي راھہ تي ھلڻ لاءِ پيرن بنا پنڌ ڏورٽو پوي ٿو انھيءَ اَٽائي واٽ مان ورلي ئي ڪو سورھيہ پار پئي سگھي ٿو.)

ر۔ رام ڪي نام سون، جن ڪي لاگي پريت،
"درياخان" اس سنسار مون، ھاري ليوي جيت.
(سچي سائين جي نالي سان جن جي دل ريجھي ٿي، دريا خان! اُھي ھن جڳ ۾ جڻ ھارايل راند کٽي وٺن ٿا.)

گ۔ گيان ڪي نرت سون، دل درپن ماھين ديک،
ھون مين رنجڪ نا رھي، من ممتا ڪي ريک.
(مرشد جي ھدايت موجب پنھنجي اندر ۾ جھاتي پائي ڏسندين تہ: تو ۾ دنياداريءَ جي ھَٺ ۽ ھوس جي رتي بہ رھي نہ سگھندي.)

ھہ۔ ھرڪي نام بن، جنم اَڪارت جاءِ،
گر پارس ڪي چَرن سون، اپٽا لئون لگاءِ.
(مرشد جي ميجتا کان سواءِ حياتيءَ ۾ ڪوبہ حظ ناھي، جيڪڏھن سون ٿيڻ جي آس اٿئي تہ ان پارس جي پوئواري ڪندو رھہ!)

ڪ۔ ڪارج تب سري، جب ستگر لاگي سنگ،
ڪام ڪروڌاھنڪار ڪون، ڪيھون لاگي ڏنگ.

(سچار جي سنگ ۾ ئي پنهنجو ٻيڙو پار ٿي سگهي ٿو ائين ڪرڻ سان انسان جون مڙئي اُوڻايون نابود ٿي وڃن ٿيون.)

ي۔ يگتي نام ڪي، مُڪتي هو تنهن مَانهه،
ٻهو ساگر ڪي سيرمون، پڪڙ اُتاري بانهه.
(. . يڪو دل سان چڱا ڪم ڪندو تنهن کي ئي ڇوٽڪارو ملندو اِهائي سچي عبادت آهي جيڪا ٻڏندي ٻيڙي سير سان اُڪاري ٿي.)

جهه جها: جو يي جَنميا، جَم ڪي آدر ٽيڪ،
ڦوتي پيجر گم پڙي، ماٽي ڪوڙا بيڪ.
(دنيا ۾ جو به ڄميو آهي، سو انت هي جهان ڇڏي ويندو جيڪي پسجي پيو سو اجايو مٽيءَ جو ماڻ آهي.)

ڏ۔ ڏوري پريم ڪي، ستگر صاحب هاٿ،
جب چاهي تب کينچ لي، ميري وس ناہات.
(پريم جي ڏور تہ پرينءَ جي ئي هٿن ۾ آهي جڏهن وٹندس، ڇڪي وٺندو منهنجو وَس بہ ڪهڙو؟)

ل۔ لاگي پريم ڪي، ڪڙڪ ڪليجي آءِ،
تجهه بن ميرا ڪونهين، ڪون مٿاوي گهاءِ.
(نينهن چا لڳو جڻ هيانو ۾ ڪٽاريءَ جا وِڍ پيا تو بن پلا ٻيو ڪير آهي جو اهي گهاوَ مٽائيندو؟)

چ۔ چڪوري رين ڪي، بڇڙ ملين پريات،
پيا تو ميري وسي نهين، ڪيسي بولون باتِ.
(رات جا رولاڪ پکي بہ پرهہ جو اچي پاڻ ۾ ملن ٿا پر منهنجو پرين پروس آهي، آءُ ڇا ڪريان!)

ڏ- ڏني ڏن ھي، تھان ساڌو جن ڪو نام،
بن ساڌو سنسار مين، ڪارج ڪوڙو ڪام.
(ڏن وارو پنھنجي ڏن ۾ تہ ساڌو ڏٺيءَ سان مگن آھي اھڙي ساڌوءَ ڪان سواءِ سنسار ۾ ڪي بہ ناھي.)

ڍ- ڍارا سُوڍري، پانسا پي ڪي ھاٿ،
ھاري جيتي ايڪ سون، باري باتون بات.
(ڍاري جنھن جي ھٿ ۾ سوئي پرين پان پيو ڍاري اوڍاري. ان حالت ۾ ڪٽڻ، ھارائڻ مڙئي ساڳي ڳالھ آھي.)

ق- قيري اُلٽ ڪي، ورلا بوجھي ڪوءِ،
ستگر سري جو پڙي، اُلٽ سماوي سوءِ.
(اِن اُبتي رمز کي ورلي ڪو سياڻو سمجھي سگھي ٿو تہ: جيڪو ڪامل مرشد جي ھاريءَ تي ھاريءَ تي ھليو تنھن ئي پاڻ مَوکيو.)

ن- نرڪي نرڪ سون، سُرگي سُرگ سماءِ،
جس ڪي جيسي چاڪري، ويسي ڪتي ڪماءِ.
(دوزخي دوزخ ۾ تہ بھشتي بھشت ۾ سونھين ٿو جنھن جي جھڙي ڪِرت ھوندي، تھڙي ڪمائي ڪندو.)

پ- پارس گر ھي، چيلا لوھہ سري لوھہ،
ستگر سري جو پڙي، لوھا ڪنچن ھوءِ.
(مرشد پارس سمان تہ مريد نسورو لوھہ آھي، جيڪو پنھنجي مرشد جي سامر پيو سو نِلو پلو سون ٿي پيو.)

ڪ- پنجرا خاڪ ڪا، پانچ تنت ڪا ميل،
رمر رمر ماھين رمر رھيا، عقل ڪلاڪا ڪيل.
(ھي خاڪي پنجرو (بدن) پنجن تنن (عنصرن) جو جُڙيل آھي اھو چرخو ڪيئن پيو چلي؟ تنھن جي سُڌِ مالڪ کي ئي آھي.)

ٿ- ٿر نہ ڪو رهيا، جو ڏيکون سو ڏُوڙ
اي اوسر دن جا رهي، سمجھ چيت مَن موڙھ!
(هٿ ٿر نہ ڪو ٿاڪ، ڇٽنين پاسين ڏوڙ ئي ڏوڙ پئي وسي هر موقعو هٿان پيو وڃي، مت جا موڙها ڪو ڌيان بہ ڪر.)

ي- ياري نام سون، جن ڪي هي دن رين،
سي سارو پاتشاھ هين، سدا آنند سک چين.
(جيڪي رات ڏينهن سڪ مان سائين کي پيا سارين، سيئي دل جا بادشاھ ٿي سدا سک ۽ سانت ۾ پيا گهارين.)

س- سنگت ساڌڪي، ڍُر ليِ بچن جان!
ساڌو صاحب جون وسي، جون گوپين ماهين ڪان.
(ساڌن جي سنگت جا ٻول، اَملھ ڪري ڄاڻ، ڇاڪاڻ تہ ساڌوءَ جي من ۾ سِائين ائين پيو وسي جيئن گوپين وچ ۾ ڪرشڻ.)

ڌ- ڌرڻ آڪاش هي، نِھ نِھ روپ اَنيڪ،
سرب ويا پي آتما، ٻولي، ٻولي ايڪ.
(ڌرتي آسمان جي وچ تي ڌٽيءَ جا ڪيئي روپ پيا نروار ٿين جن کي هرڪو پنهنجي سمجھ سارو پيو پسي، پر ڳالھ مڙئي هڪ آهي.)

ب- بَرسي پريم ڪا، بادل اَمرت ڌار
گگن منڊل آسڻ ڪيا، انهد گهور ملار.
(ڏس تہ الاهي محبت جا مينهن پيا وسن، آسمان مٿان ڪڪرن آسڻ ڪيا آهن، جن مان اَمرت پيو اوتجي.)

و- وست امول هي، ڪايا ڪوٺي ڳوجھ،
هر هيرون ڪي ڳنڙي، هنسلا هرڪو سوجھ.
(اها قيمتي شيءِ پنهنجي اندر مان ڳولي هٿ ڪر! ڏٽي موتين جي ڳنڙي اَٿئي، هنجھ جٽان ان جي لاءِ هٿ پير هڻ!)

ٺ۔ تاري پريم ڪي، جن لڙھ لاڳي ھاٿِ،
جن ساڌو سي سورما، صاحب تان ڪي ساٿ.

(پريم جي تاري جنھن جي ھٿ ۾ آئي، تنھن جي سڀ سٽائي ٿي، جن جتن ڪيا، سائينءَ انھن ٿي سورمن جو ساٿ ڏنو.)

ڻ۔ آٽا اندر کوج ڪر، جن جاٿيو نج نامَ،
وئڪنٺ واسي سي، سدا جنم بسرا مر.

(پنھنجي اندر جي سوجھري سان جن سچو انت لڌو اِھيئي جنت ماٽي سدائين سکيا ستابا ۽ سانتيڪا ٿي ويا.)

ڙ۔ اوڙا، اڙڪا ھر نھين، ھي صاحب سنتان پاس،
ساڌو صاحب جون وسي، جون گل مانھين آڪاس.

(ڏٽيءَ تائين رسڻ ۾ ڪابہ رنڊڪ نہ آھي. ھو سدائين ساڌن سان آھي، ھنن وٽ ائين پيو وسي رسي جيئن گل آڪاس جو مثال.)

ت۔ تتا طلب نہ چا ڏئي، جب تڪ پنجر ساس،
ڪايا مايا مال ڌن، روپ ورڻ سڀ تاس.

(تيستائين طلب نہ ڇڏجي جيستائين ساھ ڪوڙي ۾ آھي، ھي تن، من ۽ ڌن سيڪي طلب جي واٽ ۾ واري ڇڏ تہ ڪجھ لھين.)

ر۔ رائو رونڪ سڀ، ھون ھون ڪرڪي ھار
دريا خان ايسي بوجھ سون، ڪوءِ نہ اتريا پار.

(راجا توڙي پرجا، سڀ ڪنھن کي ھٿ ڇڏڻ گھرجي. اي دريا خان! نہ تہ ماڳ تي رسڻ مشڪل تي پوندو.)

ج۔ اي جڳ جوٺ ھي، پسريا ڪوڙ پَسار
مانگيا جنميا مول ھي، مورس چيت گنوار.

(ماٹھوءَ جي حياتيءَ جو مقصد اھوئي آھي تہ سچ کي پرکي. ھن ڪوڙي جڳ ۾ پکڙيل ڪوڙ کان ھر حالت ۾ پاسو ڪري.)

اـ اَرٿ سنت ڪي، سيس لڳاؤ پاؤ.
ڪام ڪروڌ اَهنڪار ڪو ڪبهون لاڳو گهاؤ.
(سنتن جو ستوهہ آهي تہ پنهنجي مرشد (رهبر) اڳيان ڪنڌ نماءِ، جيڪڏهن نہ تہ ڪنهن بہ وقت گمراهي ۾ گهائجي ويندين!)

نـ نوبت نام ڪي، لاڳي نہ يون چُوٽ.
هون مين سگل پڪار ڪي، سهجي لوئي پُوٽ.
(جڏهن اِلاهي نانوَ جو نعرو لڳو تہ تنهي لوڪن ۾ پڙلاء پڪڙجي ويو جنهن اهو نعرو نہ ٻڌو سو پنهنجي هٺ جي ڪري پوئتي ئي رهجي ويو.)

گهہ ـ گيان سمندر ماهين، موتي آگم اَپار.
ڪومر جيوا جوهري، وٽجي وٽجٽهار.
(اُونهي ويچار واري سمنڊ ۾ اڪيچار موتي موجود آهن. اِهي موتي اهوئي ميڙيندو جيڪو مري جيئي ٿو.)

ٽا ـ ناٽا نام ڪا، ڪرچيان ڪو تنت ناهہ.
تجهہ مايا سنگ جوٽ هي، جيسي برڇ ڪي ڇانهہ.
(الاهي نالي وارو ڌن، ڪيترو بہ خرچ ڪيو وڃي کُٽڻ جو ناهہ. مايا سان ڪوڙي دوستي وَڻ جي ڇانو وانگي وٽڙت آهي.)

يـ صاحب يون وَسي، جون سوريہ وسي آڪاش.
جهان ويکون تهان ايڪ برم،چوڪونٽ پيوپرڪاش.
(ڌڻي هر هنڌ ائين وسي پيو جيئن آسمان ۾ سج آهي، جيڏانهن نهار تہ اهوئي چوڌاري پنهنجا تجلا پيو پسائي.)

# صوفي روحل فقير جو ڪلام

ولادت 1734_1804ع

## بيت سنڌي

اول ڪعبو عرش عظيم آھ،
جت فرشتا فرمان ۾ راتو ڏينهن رهن.

ٻيو ڪعبو بيت المقدس آھ،
جنهن کي سيئي نبي تا نمن.

ٽيون ڪعبو بيت المعمور آھ،
جت ملڪ مڙئي تا سجدا ڪن.

چوٿون ڪعبو بيت الله آھ،
جت حاجي وڃي تا حج پڙهن.

پنجون ڪعبو قلوب المؤمنين،
عرش الله تعاليٰ چيو پاڻ ڏٿين.

مسلمان جيڪي پنھنجو قلب هٿ ڪن،
تہ آهن ڪعبا بہ ڪو ڏياتن جا.

روحل فقير جو ڪلام هتي نموني طور ڏنل آهي. سڄي ڪلام ۽ سوانح لاءِ ڏسو ڪنڊڙيءَ وارن جو ڪلام مرحوم لطف الله بدوي.

## بيت سرائڪي

من چيت سچيت سنڀال چَلين،
اوکا عشق اڙانگي داراهہ سائين.

تلڪي تل، جتلي ڦر ٺوڙ نهين،
اُتا پير تڪاوڻ دي جاءِ سائين.

ڪوڙي ڪايا ڏتي جي لال لهين،
ڏيندي ساهہ ڪرين متان آهہ سائين.

روحل رهہ رضا تي دم قدم،
هي يار ڏاڍا بي پرواهہ سائين.

ڪايا ڪر مسيت، پريت پٽرٽي،
مصلي منهن چڙهائين.

من محراب سدا رک قبلي،
جي تون شاهہ ريجهائين.

پنج جماعتي پڙهن نمازان،
هردم سنجهہ صباحين.

روحل روح ڪيتا جت سجدا،
هوندا حج حضور اُتاهين.

## هندي دوها

صفت ڪرو سبحان ڪي، جو آدانت مدهوءِ،
سو ايڪو ايڪ اکنڊ هي، اور نہ دوجها ڪوءِ.

ايڪ هي اکر ارٿ لي، نهين ڪوئي اکر اَنيڪ،
ڪو انت جوڳي جنوهري، اُلٽ سماوي ايڪ.

سنمک هو درسن ڪيا، ڪيني ديا ديال،
روحل رتارام سون، متيا آل جنجال.

ستگر پرس، پرس سدا بي پرواهہ،
روحل اور راج پئي ارجن ڪي شاهہ.

اننگ اکثر ناملي، نين نين پريور،
روحل بچن بولئي، ڪُرچگي هنساسور.

## اَنتر بلاس

اَنتر بلاس جس ڪو جاڳي، ڪرم پرم ڪاسئنسا ياڳي.

پوري ڪر ڪون سين چڙهاوي، چرڻ ڪنول مين اُلٽ سماوي.

ڪرار پڻ سرڪايا ساري، جي تم هووو سو بچاري.

گر اور پرڏن مال نوار، گرڪو راڱ تجو سنسار.

گر صاحب ڪا نام لي، ڪر ڪوٽ ڪوٽ پرنام.

روحل گر پرتاب سون، ڪوئي پاوي پوري ڏام.

---

مرشد وٽڻ ۽ ان جي پيروي ڪرڻ جي باري ۾ مريد ڪي هدايتون.

## من پرٻوڌ

ڪاسي ڪنڌڙي ايڪ هي، روحل روپ ڪبير،
جوچل آوي تو دُک متي، متي جنم جنم ڪي پيڙ.

هون مئن سڪل سون نيارا، مئين داس ڪبير ڪهايا،
ڪهت روحل هم روحل ناهين، روپ ڪبير همارا.

ڪنڌڙي تو ڪنچن پوري، پرسو ليو اوتار،
روحل رنگ لاگار هي، آٺ پهر اَڪسار.

ڪنڌڙي پورو ڌام هي، جي ڪوئي ليوي نام،
جيٺ دولهه ”دريا خان“ بسي، سيي ساري ڪام.

ستگر پاوڻ پڙت هون، جن سنگ اُپجي گيان،
ديا يئي ديال ڪي، جيتيو ڳڙهه اَپمان.

ڳڙهه جيتڻ آسان هي، مشڪل هيسڻ مانهن،
بنا جوت جگديش ڪي، انڌيا ٺهرت نانهن.

جي چاهو پريو آپٺو اهنس ڪايا سوڌ،
روحل رچت اتي ڪهت هين من ڪو من پرٻوڌ.

---

مريد کي روحاني سڪون ڏيارڻ لاءِ چيل هو.

# مراد فقير جو ڪلام

ولادت 1743ـ 1796ع

## سنڌي بيت

اُهي واسينگ ٿي ويا، جنين مَڻ مَٿي ۾،
مِڇي خور مراد چوي، آهن گهٽائي پيا،
وڃي هاڻ رهيا، سانڊن جهڙا سَپڙا.

نوڙهہ مُنائي نوٽ ڪيءِ، مُناييءَ نہ مَن،
اولو ڪري عام ڪان، تو پنين لَتا اَن،
ڪاپڙي تو ڪن، چسن لاءِ چيرائيا.

پهرين مارج پاڻ، پوءِ نهارج پرينءَ ڪي،
هوت تنهنجو هنج ۾، "موتو" تي تون ماڻ،
اصل عاشق جو اٿئي اهوئي اُهڃاڻ،
ساهئون اوڏو ساڻ، اٿئي، مُحب، مراد چوي.

مراد فقير جو بہ سنڌيءَ ۾ ڪلام ڇپيل آهي، ڏسو "ڪنڌڙيءَ وارن جو ڪلام". مرحوم لطف الله بدوي، سنڌي ادبي بورڊ.

## سرائڪي بيت

رتين ماڻ نہ ڪريئي، ڪترڻ مول نہ ڇوڙين،
ويک سهاڳ ڪرين ناحجت، متان هوند ڪنون منهن موڙين،
چيتي نال ڦراوين چرخا، هيڪا تند نہ توڙين،
تي حليم "مراد" هميشه، نال ادب هٿ جوڙين.
جو ڪجھ ڪترڻ والين ڪتيا، سو مئن ڪت نہ ڄاٽان،
ڪامل ڪانڌ ڪچي دي ڪچي، هيرئين تي حرصاٽان،
هڪ ڪرين ہي ڪولون لاهين، ہيٺي ٻاجھ ٻجھاٽان،
"مراد"ڪهڙا سيءُ تنهن ڪون، جنهن صنم هٿ جيءُ وڪاٽان.

## ڪافي سر توڏي

سئيان ڙي مئن ڪنهن ڪون آکان،
اس ڍولڻ ديان ڳلان.
مئن غريب نماٹي اُتي،
نت برھ ڪريندا هَلان.
ماهي ڪيتي راتيان ڏينهان،
ڍونڍ رهيان جهنگ جهلان.
ويسان جهوڪ"مراد" ماهي دي،
ڏنڙي ٻاجھ نہ ولان.

## ڪافي سر بسنت

سائين ميڏي! مئن تيڏي درسڻ پيا سيان.
جنهن تن لڳڙي، سو تن ڄاٹي، اور نہ ڄاٹن نسيانيان.
مهر پوئي من فال اسانڏي، قدمان دي مئن داسيان.
ٻُنيان مرادان تو ڏنڙي سڀ، هويان سيئي آسانيان.

# شاهو فقير

ولادت: 1748ع وفات: 1815ع

هي روحل فقير جو وڏو فرزند هو جنهن تي پاڻ پنهنجي والد جو نالو (شاهو) رکي اَباڻي ريت پوري ڪيائين، جيڪا هر خاندان ۾ هلندي اچي ٿي.

شاهو فقير پنهنجي والد بزرگوار روحل فقير جي هٿ تي بيعت ڪئي هئي، تصوف جي راهه اختيار ڪرڻ کان پوءِ پاڻ شاعري ڏانهن مائل ٿيو. سندس ڪلام ڪافي انداز ۾ هو پر سنڀال نه هئڻ ڪري هيٺ مٿي ٿي ويو. ڪن جو چوڻ آهي ته سڄو ڪلام پنهنجي جيئري درياهه ۾ لوڙهائي ڇڏيو هئائين. والله اَعلم. سندس ٿورو گهڻو ڪلام فقيرن ۽ سگهڙن وٽان هٿ ڪري منظر عام تي آندو ويو آهي.

شاهو فقير ڏاڍو حليم طبع، صابر ۽ شاڪر هو. سندس رهڻي ڪهڻي سادي سودي هوندي هئي. حڪمران مير هن جي گهڻي عزت ڪندا هئا جن وٽان ڪيس وظيفا ۽ لوازما ملندا تي رهيا. هي اڪثر جهنگ ۾ رهي راتيون جاڳي ذڪر فڪر ۾ گذاريندو هو. تصوف جي موضوع تي هن جو پنهنجي مرشد روحل فقير سان گرو ۽ چيلي جي عنوان تي سوال جواب نظم ٿيل آهي جيڪو وڏي اهميت رکي ٿو. هن درويش جي مزار به ڪنڊڙيءَ ۾ آهي.

## بيت سنڌي

پنھنجي اکئين پاڻ ۾، ليئو پاتو جن،
وهڻ تن کي وھ ٿيو نڪي سک سمهن،
انئي پھر عجيب سان، اهي وينا اورڻ ڪن،
شاھو منجهان تن، اچي بوءِ بھار جي.

اچي بوءِ بھار جي، جڏهن پرين پاڻ پسايو
ويئي وڇوڙي راتڙي، اڱڻ سو جڻن آيو
سو لڌو لامڪان مان، گر روحل بتايو
شاھو اچي سمايو پاڻ پنھنجو پاڻ ۾.

ڏھن ويرين وچ ۾، آيو آھہ اِنسان،
پهريون ويري ھن جو نفس نجس نادان،
ٻيو ويري تنهن جو شامل آھہ شيطان،
ٽيون ويري وترو آھہ صحبت زال زبان،
چوٿون ويري ٽا چون، بيٺو بي فرمان،
پنجون ويري پيٽ آھہ، جو نت نت گھري نان،
ڇهون ويري اُڄ آھہ، جو بن پاڻي پريشان،
ستون ويري شهوت آھہ، جنھن ڪيا هزارين حيران،
اَٺون ويري آڪرو تڪبر جو طومان،
نائون ويري ننڊ آھہ، جو غفلت جو گذران،
ڏهون ويري ڏمر آھہ، جو جهل وڏو جولان،
ڏھن ويرين وچ مان، جو ڪتي جنگ جوان،
ھي سر ڪريان قربان، تنهن سورهيہ تان شاھو چوي.

## بيت سرائڪي

پيٽ جوڙي سلطان،
پيٽ هٿيار ٻڌ آوي.

منگي ماني پيٽ،
پيٽ ڀهہ آپ پڪاوي.

ڪري مزوري پيٽ،
پيٽ سو بار چڙهاوي.

## هندي رنگ

پاڇايو جا پيٽ ڪي،
اي سپ پيٽ ڪي ڪاج.
شاهو پيٽ نا هووي،
تو ڪون جپي مهراج.

## سنڌي رنگ

اَزل کان انسان کي، پيٽ پٽر جي پوڄا،
پيٽ مجاور پٽر خدا، روليو جن نادان کي،
اڃا بہ هن خفقان کي، ڇڏي نٿو شاهو چوي.

## ڪافي

تن جو ڇُتڻ ڪينءَ ٿي ميان، جي پيا عشق جي دام ۾.

تن جو مرڻ ڪينءَ ٿي ميان، جي سر ڏئي ڪنهن پر پيا،
اُتي پڪي تان بچن ڪينڪي، شهبازن جي جهام ۾.

عاشق اجل سامهان ميان، ري سسي ڪاهين تا،
اُتي ڏسي شمع پروانہ ٿيا، ڪين گڏيجن عام ۾.

جن سڃاتو پاڻ کي ميان، تن جو ڪينو آهي ڪين،
اهي وتن ويڳاٽا سدا ميان، پي اها رس جام ۾.

عشق جي آزار جي ميان، ڪل ڪاڏن ڪؤن ٿي پوي،
اها ڳالهہ ڳرهج ڪين ڪنهن سان، شاهو پروڙج مام ۾.

## ڪافي روپ آسا

سائين دي سنهن اسان مسافر،
ڏور دي آنـدي قسمت چـاءِ.
ڪل ڪلان وچ تيڏي،
ڏتڙي نهين آدم نہ حواءِ.
اسان آوڻ اسي طرف ڪنون،
جتي ملڪ نہ لهندي جاءِ.
تيڏي ڪارڻ در در ڊونڊيان،
سر جهولي وچ پاءِ.
شاهو فقير دا سڻ ڪر آيس،
مئن هان شاهن دا شاهہ.

## ڪافي

تيري هاٺ حيات نبي ري، دو جڳ ڪي سرداري هي،
تيري شوق تبارڪ تعاليٰ، خلقي خلقت ساري هي.

عرش مجيد مڪان تمهارا، دنيا ڪون بيچاري هي،
دنيا ڪيا بازار بنايءِ، هر نون نت سينگاري هي.

سودا عشق محبت والا، سو تان عجب واپاري هي،
برهه تيري ڪي بڙڇي لاڳي، ساڳي ڪمچي ٿهاري هي.

اوٺن بيٺن تن من اندر، شب دن طلب توهاري هي،
گهڙي دل ڪڙي پڪاري، نيٺن ننڊ وساري هي.

جس ديدار تمهارا پايا، هو يا بخت اسي ڪا باري هي،
غم ڪي گهر ۾ سوءِ رهي هي، دل به فراق ساماري هي.

اس ڪا اور علاج نه ڪوئي، تيري درس ڪي بيڪياري هي،
نفس ڪميني عمر بـــ عصيان، مـــان غـفـلـت وچ گـــذاري هي.

ڪهي شاهو سڄ تون سرور،
تجهه پــر لاج هماري هـــي.

## سوال جواب (هندي)

شاهو: پوري گُرڪون ڪيونڪر لکئي، ڪيئن پڙي پهچان!
شاهو اب عرض ڪري، ڏيوو سرب گيان!
گيان بنان گم نا پڙي، جب ستگر ڪھ سمجھاءِ!
شاهو پر ڪرپا ڪرو ڏيو ترت لکاءِ!

روحل: ستگر پورڻ پرس هي، سدا رهي بي پرواھ!
روحل او راجا پَيو راجن ڪو پتشاھ!
رنگ اُوچو اُوجلو نيشان مانهين نورا!
روحل وچن ٻولئي موتي پڙي، ڪوئي چُڳي هنسا سورا!
نانهين ڪام نانهين ڪروڌ، نانهين لوڀ نہ موھ!
آشا نا ترشنا وانڪي، دغا باج نانهين ڊوھ!

شاهو: اوتو ستگر آپ هو ڪنچل نر آ ڌارا!
سرپ ستي ڪي ناٿ هو صاحب سر جٹھارا!
ميري تو رب آپ هو ڏوجها نانهين ڪوءِ!
ايڪ چيلا ڏوجها ستگرو تيجا صاحب هوءِ!
ان تينا ڪا نرٽا ڪرو ايڪ ايڪ بيچارا!
ڪرو سيوڙا هم سون، ڪ سبڌ ڪي پرڪارا!

روحل: جيون سورج آڪاس مانهين، ڏيسنت هي ڪاشي!
اس ڪاشي ڪو چلتو پيو پهونت هي واشي!
تيون ستگر چيلي ڪو بيچار تينان مانهين ايڪ!
ايڪوئي ايهو ايڪ هي، جس مون سرب انيڪ!
ڏيکنت چولي دنيا پئي، ڪري ڪو سنت برول!
کوج بتاؤن اپوجھ ڪون، پرم مٿاوَن پول!

شاهو: آپ تي اٿ پت ڪِم ڪر يئي، ڪِم ڪرمنديو مانڊان!
شاهو کهي صاحبا! اسڪو ڪيجي چاڻ!
پهلي ڪيا هتا، پيڇي ڪا ڀيا، ڪيا ڪيا رچيا ڪيل!
شاهو سرٽي آپ ڪي، آپ کهو ڪوئي اُڪيل!

روحل: غئبي هتا غيب ۾، آپ اڪيلا ايڪ!
ميري اپٽي آپ مؤن، ڀيا انت انيڪ!
پهلي پريم مجهه ڪو ڀَيا، ڪينا آءِ ڪلول!
اس پريم سون سمجهه اُٿي، جيون برم دريا ڪي ڇول!
ميري نج سروپ مون ڀيو، سورهن ڪلان ڪو پرڪاس!
گپتي گهور انڌارئون، او نچت ڀيو اِجاس!
جڳ مڳ جڳ مڳ چوڏس چانڊٽو، ڏرتي ٽاپي ڏام!
اها جهڳ مڳي هنسان ڪي، يڳتان ڪو وسرام!
پيڇي ڏام دوجهي يئي، اڪنڊئي اُ جوال!
هنس اجوالي اُن ۾، سدا رهي متوال!
دوجيي سون تيجي يئي، ڏام ڪو نام اجاس!
اُتي اجاسي هنس هي، ڀيو آهه نواس!
تيجي سون چوٿي يئي، ڏام پرٽ ٻنپي پرويش!
جيهان پريت ٻنپي هنس ڪو استان کهيجي ديس!
روحل کهي شاهو سنو جم جو راور هوءِ!
ميري نام اَمل ٻنا، ڪٻهون نہ چوٿي ڪوءِ!
ميري جم ڪي مُک وسي، جاڙان آڪاس پاتال!
چوڏهن لوڪ ايڪويس برهمنڊ، جن پرجم سپاريو جال!

# غلام علي فقير

ولادت: 1755ع_ وفات: 1839ع

روحل فقير جو ٻيو نمبر فرزند غلام علي فقير پنهنجي ڀاءُ شاهو فقير جي وفات بعد فقيريءَ جي گاديءَ تي ويٺو ۽ وڏن جي نقش قدم تي هلندو رهيو. هي بہ دل وارو درويش ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. ڪافي جي فن ۾ چڱو ڪمال ڏيکاريو اٿائين، هن جي هر ڪافي تصوف جي رنگ ۾ رتل آهي جنهن ۾ جوش ۽ رواني‌ءَ سان گڏ سچي سِڪ وارو سوز شامل محسوس ٿئي ٿو. پاڻ فقيري جي سلسلي ۾ پنهنجي والد بزرگوار روحل فقير جو مريد هو. پر پنهنجي وڏي ڀاءُ شاهو فقير جو بہ مرشد جيترو ادب ۽ مان ٿي ڪيائين. اهڙو اظهار پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترن هنڌن تي ڪري ٿو:

"شاهو شاهہ" ۾ شاهہ سمايو هر طرح هر شان ۾،
"غلام علي" سر ڏنو دلبر، هليو تنهن جي دان ۾.

هن جي وفات کان پوءِ سندس پٽ روحل ثاني فقيريءَ جي گاديءَ تي ويٺو. غلام علي فقير جيئن پنهنجي وڏي ڀاءُ شاهو فقير جو عقيدتمند هو. تيئن فقير دريا خان سندس (غلام علي فقير جو طالب ٿي رهيو. غلام علي فقير 1839ع ڌاري فوت ٿيو سندس تربت ڪنڊڙي جي روضي اندر آهي.

## بيت

اندر آگ عشق جي، تا جوڳي جاڳائين،
سامي سدا سڪ ۾، تا خوديءَ کي کائين،
پاڻ پليو پاڻ کان، پائڻ نا پائين،
"غلام علي" عشق ۾، عاشق سي آهين،
ڪي لاهوتي لاهين، لاڳاپا هن لوڪ جا.

اندر اُلا عشق جا، تن جوڳين جاڳايا،
پيالا پريم پرت جا، تن پوريين پايا،
"غلام علي" عشق ۾، سي آدوتي آيا،
تن سامين سجايا، تيا اوجاڳا بہ اکين جا.

اگهيادر الله جي، تن جوڳين جاڳايا،
ساري هن سنسار جا، لاتا لاهوتين لاڳا،
"غلام علي" عشق ۾ تيا، آگن جا آگا،
سي سامي سياڳا، عشق جي اُجاريا.

پائي منهن مڙئيءَ ۾، تا آدوتي اورين،
تن جا طلب اندر جي، سا چُپاتيءَ چورين،
جو و نحن اقرب ويجهو وسي، تا ڏس تنهين ڏورين،
"غلام علي" عشق ۾، تڪ نہ ٻي تورين،
سي سمرئيون سورين، جي راوت ريڏا رام سين.

مڙهيءَ ۾ مذڪور تيو اتي جوڳي جاڳ،
آهي عشق کي ائين، لاهوتين جو لاڳ،
"غلام علي" اصل کان، اٿن عشق جي اجهاڳ،
سي ڏيئي ڏيل ڏهاڳ، وڃي سنمک سناسي تيا.

سي سنمک سناسي ٿيا، پاڻ وڃائي پاڻ،
پوربيا پروڙ تون، ڇاڻ وڃائي ڇاڻ،
"غلام علي" عشق جو آهہ اهوئي اهڃاڻ،
اهي سامي سدا ساڻ، هو هٽي هنگلاج ويا.

روڳي رتائن ۾، اوري ٿيا اڙجن،
عاشق عشق اواڳ ۾، لنگھيا لاهوت وڃن،
ريڏا رند رام سان، هو وينا وقت پُڇن،
غازي ويا غرق ٿي، هو ترِيا ڏي تڪرن،
و نحن اقرب اليه من حبل الوريد، ٻوڙا ڪين ٻڌن،
لا تقنطو ترهو ٿا عاشق عين ڏسن،
محبت جي ميدان تي، پيل ڪئي پتنگن،
"غلام علي" غير جون، ڪپيون لامون لاهوتين،
هو روزن منجهہ رلن، هن کي هر دم ڏسن حضوري.

## ڪافي

ماٺا سڄڻ تنهنجا تہ منهنجي ساهہ کي وٺن،
پٽي درد دل تي ڦريل تي هر هر ٻنڌن ٻنڌن.

هينءَ نوڪ نينهن تنهنجي لنگهي پار مون پئي،
چٽي ڪين ڪنهن طبيبن نڪي ڪنهن ڦيٽن چنڊن.

شب روز بہ حيران ٿيس، مست مون مدام،
پلپل وهي ٿو نير پرين مؤن نيٽن نيٽن.

ويو هوش ٿيس بي هوش جڏهن يار ڪئي نظر،
ويڙهي وره ٻڌي گرهہ زير زيّر تا هٽن.

ڏسي حال غريب جو ڪر پال تون سڄڻ،
ديدان تنهنجون ”غلام علي“ کي ڪهن ٿيون ڪهن.

## ڪافي

دلڙي لتي وئين دلبر، جادو ڪري ڪري،
نازن نظر نيٽن جي، قابو ڪري ڪري.
رخ سڄڻ جو ماهتاب، جڏهن کولي تو نقاب،
گيسو مثال مارن، ڏنگ هڻن تا ذري ذري.
ابرو چڪي ڪمان مزگان تيار تير ڪن،
شوقؤن هٽي عشاقن دستي تڙي ڪڙي.
سدا صاف تڪن هڪ خيال نا مڙن،
ڪوڙين سڄڻ لاءِ حمد پيو پڙهي پڙهي.
دم دم هئين ۾ باهہ برهہ جي ٻري ٻري،
”غلام علي“ تي تون سمنڊ تري تري.

## ڪافي

ڳجهہ اندر جون ڳالهڙيون ميان،
ريءَ سڄڻ ڪنهن سلان ڙي سرتيون.
راتيان ڏينهان سڪ سڄڻ جي،
باهہ برهہ جي ۾ جلان ڙي سرتيون.
ڪاڻ پنهل جي مان، ڏونگر ڏوريان،
چپر ۾ تي چُلان ڙي سرتيون*.
پلپل پور پون پرينءَ جا،
ماڳن تي هوند ملان ڙي سرتيون.
"غلام علي" چئي سڪ سڄڻ جي،
تانگهن لاتيون هل هلان ڙي سرتيون.

## ڪافي جوڳ

سڪون ساهہ ساري، وهون ڪينءَ وساري،
مارن ڪي اَلا، سانگين ڪي اَلا!
سائينءَ لڳ سومرا، ويڙهيچن ڏي واري،
محبت تن جي ماري.
آهن ڪم ڪريم تي، وڏا مون تہ واري،
مولا اڳ نہ ماري.
ڏوتيئڙا هن ڏيهہ ۾، ڏاتر مون ڏيکاري،
شل پوان تن پناري.
شاهو شاهہ اسان کي، اڄ پرتئون پرپياري،
نظر نيهن نهاري.
"غلام علي"توريءَ هت،گوندر منجهہ گذاري،
گهڙي هت نہ گهاري.

---

* آءُ تي چُلان چپرين...... (شاهہ)

## ڪافي

نہ ڪوھي نہ ڪو ھو، پر توو عشق جو پيو.

پنڌ انھيءَ پار ڏي، وڃي ڪوڙين منجھان ڪو.
مُڙ نہ ملامت ڪؤن، ڏسي طالب تؤ.

عاشق اسان جھڙا، سچڻ اڳيان سَو.
نالو ڳِدم نينھن جو، وچڙ تِت تئو.

پرجھي ڏسج پاڻ ۾، آھي ڪو نہ ھيو.
تون ڳولين تو جنھن کي، تون ئي آھين سو.

ھادي اڱڻ آئيو، ھاڻي يرم سڀ وَيو.
شاھو شاھہ اسان تي، اچي ڪرم ڪيو.

”غلام علي“ عشق ۾، پوئتي پنڌ نہ پئو.
ڳالھہ پريان جي ڳجھہ جي، ڪنھن کي ڪيم چؤ.

## ڪافي جوڳ

مون مارن جي سنيال، عمر ھت ڏينھن لڳا.

گلم، غاليچا، طول وھاٽا، چا جا ھي سڪپال،
عمر سڀ شينھن لڳا.
وھان ھت ڪينءَ ويسلي، محبت جھڙا مال،
عمر ھت مينھن لڳا.
”غلام علي“ عشق ۾، جوش ۾ ھتڙي جال،
عمر ھت نينھن لڳا.

## ڪافي جوڳ

آيو آهي ڪنهن خواهش ڪان، اولو ڪري انسان ۾!

سهي سر سجاتو سارو صورت سندي سلمان ۾،
هاديءَ تان پر پياريو ڪنهن جوش سندي جولان ۾.

عاشق اصل ڪان آهن اُهي، هن حسن جي حيران ۾،
ڪنهن شوق ڪان آهي لائيو هن سوز جي سامان ۾.

پيرَ پڙ چايو اچي، محبت سندي ميدان ۾،
ورق واري سهي ڪيائون، دل سندي ديوان ۾.

و نحن اقرب ويجهو وسي، ائين پاڻ چيائين فرقان ۾،
هيءَ رمز لائج روح سان، اعليٰ اِن مڪان ۾.

شاهو شاهہ ۾ شاهہ سمايو هر طرح هر شان ۾،
”غلام علي“ سر ڏنو دلبر، هليو تنهن جي دان ۾.

## ڪافي

سڄڻ تون دلدار تو لئي يار، وِٺي وِٺي ڪانگ اڏاريان.

تنهن جي ڏسڻ لئي آهيان مشتاقي،
ڪڏهن ٿيندين يار اوطاقي.

تنهنجي فراق ڪئي دل فاني،
يار ملڻ جي ڪر مهرباني.

نيٽين وهايان نار تو لئي،
پلپل پئي پوتيدار پُڇايان.

جوشن جيءَ ۾ جنگيون جوڙيون،
وهم خيال سيئي ويو ھوڙيون.

تن ۾ تنهنجي تنوار تو لئي يار،
سينو کهڙو ساهيان.

درد منجهائون ڪيان تي آهون،
"غلام علي" چئي، آءُ اوراهون.

عيب ڏليءَ جا ڏِڪ تون يار،
تو لئي يار هي آءُ واهہ نہ پانيان.

## ڪافي

ڏک ڏئي وئين ڏيل کي ميان،
ووڙيندس وٽــڪار کي ميان.

جيڏيون سرتيون سيئي سُٹو ٿيون،
چڏيو انهيءَ دليل کي ميان.

معاف ڪندو شل ڪيچي مون تان،
هن مئيءَ جي ويل کي ميان.

ڏک ڏونگر جا بيا ڪان ڪشالا،
چا ڪندا تہ عليل کي ميان.

"غلام علي"چوي تون ٿيءُ نامانڌو،
پاڄھ پوندي رب جليل کي ميان.

## ڪافي

دل درد مؤن ڪري دانهون،
سانگ ڇڏي ويا پراهون.
ساڻ سانگين جي پوني ميان،
ڏينهن گڏ تي گذاريم،
محبت تن جي مَچ مَچايو اندر ۾،
ڇپر ڇڏي ويا ڇاهون.
جوش پون تا نوي ميان،
جيئڙو جُڪي ۽ جلي ٿو
سور فراق تنهين ميان،
ڪنهن نہ سلي ٿو ڏور ڏکن جي ڏائي وڏائون،
نير وهائي ٿا نوي ميان نماڻا وميان،
آهن تن جا ميان اوراڻا جهوراڻان،
جيءُ جڏو پانيان تي تڏاهون.
”غلام علي“چوي نوي دکڙي تن جي تن ميان،
ناوڪ نيهن سندي ميان دنگ دوپارا ڪري،
پيچ پرت جو ويم پايون.

## ڪافي

پلپل پور پون ٿا، خان پنهل جا.
ويندس رهندس ڪينڪي، ڏک ڏونگر جا ٻُجهن ٿا.

ڇَهہ ڇولڻ آيو هاڻ مُئيءَ کي، پنڌڙا پيش پون ٿا.

ڪاهينديس ڪيڏ ڪيچين جي، چاڪ مئيءَ جا چڪن ٿا.

آکي ”غلام علي“ تن جا،
دونــهـان درد دکــن ٿا.

## ڪافي

جلي ويا جولان ۾ جيئي،
ڪاڻ تنهنجي ڪٽن ڪيهي.

عشق عشاقن بسمل ڪري چم چايو
برھ جي آڙاھ ۾ جيءَ جنين جلايو
سوري پائن سيج سيئي.

شاھ حسن جنتي ڪيو نظارو
مجنون ويڙهي وچ ۾ فرهاد ڏونگر ڏاريو
شاهي رانجهن ترڪ ڪيئي.

پر ڪرم جام شهودي پيتائون،
ڪسڻ قبول ڪربلائي ڪيائون،
سوڌا تيا سر ڏيئي.

آکي "غلام علي"تن کي موج بحري،
گهير انهيءَ سي گهرن سڪ جنين قلزم سندي،
ماٺين عبث اهو ئي.

## ڪافي

دردن دم دم لائي ڏنڏڪار محرم يار
اڪڙيون رووئن رت رات ڏينهان.

پرت جو پيالو يار پياري،
مچ محبت جا ويڙين ٻاري،
خوب ٿيا تہ خمار محرم يار
سبق سورن جا ڪنهن کي سٽايان.

دلبر ديدان جڏهن تو لايان،
دام زلف جا وجهي وئين ڦاهيان،
نيهن اوهان جي ڪيو نروار محرم يار
سيئي پلايون تنهنجون پايان.

ساهہ سجڻ تو لاءِ اُداسي،
بس ڏسڻ تنهنجي جو پياسي،
ڪر نہ جدائي دلبر يار محرم يار
تولئي گوندر ڏينهن گذاريان.

اگڙ"غلام علي"جي محب تون ايندين،
دوست دلاسو درمانديءَ ڏيندين،
صدقي سر ساهہ يار محرم يار
پور مان تنهنجا پچائيان.

## ڪافي

دل ڪعبو دلبر سندو، ديدار مون کي مدام آ،
جانب پنهنجي جان ٿون، جاني يار جدا نہ آ.

عرش اعظم قاب مؤمن، خود خدا فرمايو آ،
عاشقن کي دم بہ دم، دل پنهنجيءَ ڏيان آ.

بيت الله، خليل الله، امر سان جوڙائي جاءِ،
قلب ڪعبو قدرتي، محبوب جو مڪان آ.

بت خاڪيءَ ۾ اوطاقي، يار منهنجو هميشه آ،
ونحن اقرب جو اشارو، اهو سندس ڪلام آ.

بي مثل محبوب منهنجو، لم يلد سبحان آ،
احد الله الصمد، مثل، ڪل ڪوُن پاڪ آ.

محبت مدامي حاضري، منهنجو سڄڻ کي سلام آ،
”غلام علي“تي سو شهنشاھ، سدائين بي حجاب آ.

# سرائڪي ڪلام

## ڪافي ڪلياڻ

نينهن دا نظارا، تيڏي نيڻان دا نظارا،
طرحين طرحين جو ويکڻ آيا!

سپ صورت وچ سهڻا سائين، ڪليا گل هزارا،
روز ازل ڪنون اڳي آيا، ابدا عشق اشارا،

سپ گهٽ دي وچ سير ڪريندا، نينهن مريندا نعرا،
شاهو شاهہ ايوين آکيا، سهي ڪرين گهر سارا،

"غلام علي" عشق دي وچ، وڄا نينهن نقارا،

## ڪافي روپ ملاري

ميڏا ڍولڻ نال نينهڙا لڳا، ميڏا ڍولڻ نال.
تيري ٻاجهون سهڻا سائين، جيوڻ هي تہ جنجال.

ساهہ پساهون ويجها وسدا، وٺ نهين هڪ وال.

وچ جهان دي ٻيا نهين ڪوئي، محبت جهڙا مال.

"غلام علي" دي سهڻا سائين! سگهڙي لهين تہ سنيال.

## ڪافي روپ مالڪونس

هادي والا نڪتا هڪو سهي ڪرين تون سارا.
اندر ٻاهر سهڻا سائين، نرمل نور نظارا.
جي ڇاڻين تان آپ سڃاڻين، ٻيا سڀ ڪوڙ پسارا.
بيدردي ڪل دور ڪرين، هي ٻاجهون عشق انڌارا.
حسن اسان تي حملا ڪيتا، نينهن مريندا نعرا.
ڪل فقير ڪون ڪيتم سجدا، شاهو شاهہ همارا.
"غلام علي"تون ظاهر باطن، مارين نينهن نغارا.

## ڪافي بلاولي

جادو لڳا يار تيڏا، دلدار تيڏا.

سهڻا سائين ڪر ڀال، اڄ اسان نال، جانب گڏ جال،
لڳا نينهن تان نروار تيڏا.
هر ڪتانهين يار جو وسدا، رمزان نال دل جو ڪسدا،
سارا اي سنسار هي جنسار تيڏا.
من ميڏي دا مهڻا تون هئين،سيني سيالين وچ سهڻا تون هئين،
سڀ سڄڻ هي سينگار تيڏا.
عشق اسانون قابو جو ڪيتا، هٿون هادي پر جام پيتا،
سارا عشق هي اسرار تيڏا.
شاهوشاهہ ديان ٻوليان ٻول،سمجهہ ويکين اکيان کول،
دم دم دي وچ هي ديدار تيڏا.
قيرا پاوين فضل ڪنون،"غلام علي"طالب اصل ڪنون،
اهي تڪرار جو تڪرار تيڏا.

## ڪافي جوڳ

وِيک لايا جو لايا، جادوڙا يار اسانون.

بي خبري نون ننڊ گھٽيري، .جانب يار جڳايا.

جي مئين چاٽان آپي آيا، اوندي هوت هلايا.

ڏس اھوئي مرشد والا، ٻيا سڀ پنڌ اجايا.

"غلام علي" دا سھٽي سائين، ڪيتا پنڌ سجايا.

## ڪافي بلاولي

عشق ٻولي ٻولڙيان، نونو ناز نيٽان دي.

عشق آرام ڏيندا نانھين، ورھ وساريان، ٻيان ڪل واھين،
حسن ڪيڏي هولڙيان.

پچن تاتون پھ ڪنھين ڪون، مول نہ مڙ تون ڳالھ اِھين تون،
بي ڪانہ ڪرتڪ تو لڙيان.

سڀ سياليان توڪان لاون، گھٽ نہ ڪائي سڀ سير سڏاون،
اسان جھليان جھولڙيان.

دردمندان دي دلڙي رنجاون، ايڏون اوڏون چغلي چاوَن،
رُل ڳيان سي رولڙيان.

بي ڪل ٻاھر ڪوڙي چالي، دلبر لڏڙم اندر چولي،
تنھن سرڳيان مين گھولڙيان.

"غلام علي" ھي طالب تيڏا، شاھو شاھہ ھي مرشد ميڏا،
ين گھتيان تنھن پولڙيان.

## ڪافي جوڳ

اِتان رهڻ ڪنهن پيي نهين پايا،
مئين تہ آخر جاوڻا.

اي سنسار هي حيلي سازي،
بازيگر دي هي بازي،
سمجھہ ڪر پير تڪاوڻا!

ناڪوئي رهيا ناڪوئي رهسي،
اِتان آخر تون بہ نہ بهہ سين،
بيا تيا ڪوڑ ڪماوڻا!

جو ڪجھہ ميل چوندا ڏاريا،
اهو سڀ هيئي پچين پرايا،
اِٿون ڪيا تون ئي چاوڻا!

پيان ڪل هئين ڪوڑيان چالين،
اتان رهسن وچ ڪي ڳالهين،
ساجن وچ سماوڻا!

اتون تيڏي موت ڪڙوتا،
اتان تون ول سک هئين سوتا،
بن خوشيان کھہ کاوڻا!

"غلام علي" گم تيوسين،
نا ڪو مئين ناتم رهيوسي،
هڻ گيان گگن وچ آوڻا!

## ڪافي جوڳ

دلبر نانھين سنتان ڏور،
مليا ھردم نال حضور.

ويک حسن ھي ھي حيراني، نھين سھڻي دا ہيا ڪوئي ثاني،
ڪيا جو حور قصور.

نعرا اناالحق مريندا، سولي تي چڙھ سير ڪريندا،
مرد ھويا منصور.

سجڻ اَپڻا سينگار وکيندا، جيڏي تيڏي يار ڏکيندا،
پرڻا ھويا پرپور.

پريم نگر دي الٽي چالي، سمجھي ڪوئي مست موالي،
ظاھر ذات ظھور.

زمين تي آسمان جو ناھا، روز ازل ڪنون اڳي آھا،
محبت دا مذڪور.

سھي ڪرين تون ھي سر ۽ را، عاشق ماريا نينھن دا نعرا،
ٿيا ملڪان وچ مشھور.

اکيان دي وچ رنگ لڳايا، شاھو شاھن پر پلايا،
پورائتي دا پور.

”غلام علي“ آپ سجاڻين، آپ بنا ڪجھ اور نہ جاڻين،
نور نظارا نور.

## ڪافي جوڳ

مھٽا سھٽي يار دا،
مئين تہ چايا لوڪ ڪري رسوائي.

غير والئين دا غرض نہ ڪوئي، نينھن لڳا، نروار دا.
ڪل ڪنھين ڪون پيي نانھين، عشق دي اسرار دا.
سوبن سودا اوبي نانھين، جو ملدا برھہ دي بيمار دا.
شاھو شاھہ اسانون ڏتڙا، دل وچ درس ديدار دا.
”غلام علي“ عشق الھہ دا لڳڙا، سنھن سچي سردار دا!

## ڪافي جھنگلو

توتان سارا سر سجاٽين،
آپ وچون نا آٽين.

سمجھہ ويکين تون سر سارا، اندر باھر نور نظارا،
اي سڀ ھئي پريم پسارا، چاڻ اھو تون چاٽين.

دنيا دي ھن چار ڏھاڙي، تنھن وچ موت مريندا ڌاڙي،
پيچ ويک وت تون اوڙي پاڙي، ويندي ھي ويل وھاٽي.

اي سنسار ھي حيلي سازي، وچ ڪي گوءِ مريندي غازي،
برھہ بنا بي طلسم بازي، طرف ڪنھين نا تاٽين.

شاھو شاھن شاھہ مليوسي، پيالا تنھن تان پر ڏتوسي،
اکيان دي وچ منگ مليوسي، نال سدا اسان ساٿي.

”غلام علي“ عشق آيوسي، آپ ڪنون آپ ڳيوسي،
غير گمان دا پُل پُليوسي، بي سڀ ڪوڙ ڪھاٽي.

## ڪافي جوڳ

دن دنيا وچ چار تينون آوندا ڪيون نہ ويساهہ.

فاني هي اي جڳ سارا،
آتڻ سانون عشق وساريا،
چرخي نهين چاهہ.

آخر جا سين تون اٺون ڪلي،
بيٺي گهتان مئين پوٽي چلي،
آتڻ تون ڏيوان باهہ.

دلبر ناهين ساڏهون ڏور،
اي هي هيڙي والا پور
ساعت دي سانباهہ.

حال دي ڳالهہ مئين آکان ڪنهن نون،
حائيو مارين تون ڪيون مئين نون،
ڪيهي ڏوهہ گناهہ.

تون جو ڪريندا ميڏا ميڏا،
ناڪو تون هئين نا ڪوئي تيڏا،
سيڪجهہ هيئي فناهہ.

سهٹا سائين نِت الينڊا،
بي نموني بي چون شيدا،
ڪيتا عشق آگاهہ.

سچڻ ساهہ سڏير اساڏا،
"غلام علي" هي پير اساڏا،
شاهو شاهن شاهہ.

## ڪافي جوڳ

هـي ڪـوئـي عـشـق اَويــڙا،
مائيوڙي مئين سمجھ نہ چاتا.

ڪيڙيان دي منهن چائي، روز ازل ڪنون آ هئي،
مئين پيچ تڏان هي پاتا.
مچ محبت ٻل ٻليو سي، غيرگمان دا جل ڳيوسي،
هڻ اسان صحيح سڄڻ سڃاتا.
سالڪ رک تون سرت سنڀالا، حال اسان تي هادي والا،
چاهئون چم ڪر چاتا.
شاهو شاهنشاھ مليوسي، پيالا پرڪر جنهين ڏتوسي،
رمز تنهين رنگ لاتا.
"غلام علي"عشق هي آيا، روزان روز وڌهي سوايا،
نينهن لڳايا هي ناتا.

## ڪافي روپ بروو

دم دم هـويـا دل ديـدار،
رهڻا هردم سين هوشيار.

دل درياھ ديان لَک لهريان، سوين سهڻي ديان نونو نهريان،
ڪچي پڪي دي خبر نہ چار.
راهان الھ ديان ڪروڙيان ڪئي، جيوين چاٽي تيوين هوئي،
محبت هي مختيار.
ايڏي اوڏي مول نہ ڳولين، راهان دي وچ روح نہ رولين،
ڪر آپ اتي اعتبار.
محبت مست ڪيتاهي مينون،تنهن دي ڳالھ آکان مئين ڪنهن نون،
ويک سارا اسرار.
شاهو شاهن شاھ سهڻي دا، "غلام علي" ڪون عشق اهين دا،
آنِ تيا اظهار.

## ڪافي روپ بلاولي

نينهڙ لڳا نال تيڏي،
نال تيڏي نال تيڏي!

تڪون اسان ناز تيڏي تي،
راتيان ڏينهان دل ميڏي تي،
آوي سڄڻان سنپال تيڏي.

پريم پيالا پر جو پيتا،
من ميڏي ڪون مست جو ڪيتا،
آوي جانب جمال تيڏي.

پريت جو پاوين نال جو ميڏي،
ٻئي طرف ڪيوين ويکان ڪيڏي،
نيتا ورهہ وصال تيڏي.

ورهہ تيڏا وي وس وسان تي،
بخش ڪيتوئي اڄ اسان تي،
آوي محبت جنهن مال تيڏي.

ڏينديءَ ڪيئي ڏس ٻنهان تون،
پل پل پوندي پور اسان نون،
آوي هر دم حال تيڏي.

اقرب ڪنون نيڙي جَلينداِ،
سڀ صورت وچ هُل هلينداِ،
آوي وٽ نهين هڪ وال تيڏي.

پير اسان ڏا شاهو شاهہ وي،
”غلام علي“ ميان نينهن لڳا وي،
آوي ٻهون ٻهون پال تيڏي.

## هندي واٽي

قاڳنا ۾ هوري کيلون، ساڏنا ڪي سنگ سنگ،
پريم ڪي پچڪاري چوٽي، پيچ رهيو انگ انگ.

گيان ڪي چوٽي گلال، تن من پيو لال لال،
انحد ڪي ڏن لاڳي، باج رهيو چنگ چنگ.

نئنان ڪي نيرما نهين، تر پٽا ڪي تيرما نهين،
سڪمٽا ڪي سيرما نهين، نايو نرمل گنگ گنگ.

انحد گهن گهور گهور، جوت ڪاهي جور جور،
آٽي مچا شور شور، باجت هي مڙ ڏنگ ڏنگ.

”غلام علي“ پريم گلي، ڪنول ڦوليو ڪلي ڪلي،
شاهو جن گلي گلي، لاڳ رهيو رنگ رنگ.

## واٽي سر ريختہ جهنگلو

دود نان ڪا ميلا، ميلا سوئي ميلا،
جس دا يار ملڻ نا پايا، چلٽا ايڪ اڪيلا.

رين گئي جب اُڏ چيلا، هي پيچي ڪرتا بيلا.

تون جو ڪرتا ميرا ميرا، چوڙ چليا هي سويلا.

جاڻ جڳت سپ جوٽي، بازيگر ڪا نہ کيلا.

”غلام علي“ ايڪو ايڪ هي، سوئي گرو سوئي چيلا.

## واڻي

ٻاھر ڀيتر اِيڪ نر نتر،
وياپ رهيو هءِ پريتم پيارو.

گهٽ گهٽ مانهين کيل ڪرت هءِ،
ايڪ انيڪ رهت سو نيارو.

لاڪن مون نهين لاين هءِ،
يہ ستگر شبدِ ڪنهن بير بيچارو.

”غلام علي“ اُس خاڪ ملي،
جنهن رام کي نام ڪو نيم بسارو.

# خدا بخش فقير

هي روحل فقير جو ٽيون نمبر پٽ ۽ دريا خان جو سڳو ڀاءُ هو. هڪ اندازي موجب پاڻ 1843 ڌاري هي جهان ڇڏيو هئائين. سندس ڪلام مان هڪ اڌ پوري ٽيهه اکري هٿ آيل آهي جنهن کي پڙهي اندازو لڳائجي ٿو ته هي به خاندان جي ٻين درويشن ۽ شاعرن وانگي قادرالڪلام هو.

## سي حرفي

الف۔ الله دي ذات اول هي، رنگ نڪو بيرنگي
ڪن فيڪون وچون جڳ جوڙيس، بيرنگي ٿيا رنگي،
ڪتان ايراني ڪتان عراقي، ڪتان رومي ڪتان زنگي،
ڪتان سُني ڪتان شيعا، ڪتان صوفي ڪتان ڀنگي،
”خدا بخش“ هڪا حق ڪنون، اسان محبت منگي.

ب۔ بيان نہ تنهندا ڪوئي، هي بي انت اپارا،
لامڪان، مڪان نہ ڪوئي، روپ ورن تئون نيارا،
تي محيط همہ وچ آيا، پسريس آپ پسارا،
جوڙ جهان خدائي دا، خود ويکي نور نظارا.

ت۔ تن وچ طلب تنهين دي رکين، مول نہ موڙين پاسا،
سر ڏتيان سو حاصل ٿيوي، اي سودا خوش اور خاصا،
چوڙ غازي ننگ بازي، تون عاشق رهين اداسا،
رک خيال خدائي عاشق، تا پاوين سک دا واسا.

ر۔ رکين سک سڄڻ دي، جي چاهين سک پائين،
وچ ميلان محبت دي، دل لائين قدم اُٺائين،
ڏي سر بار برهہ دا باري، نال خوشي ڄل چائين،
رکين خيال خدائي دا، هڻ تان سنجهہ سباهين.

ج- جدا هڪ دم نهين، هردم تيڏي نالي،
ايڏي اوڏي مول نہ ڳولين، جان تيڏي وچ جالي،
ڪل شي محيط نہ ڄاڻين، او ڪافر دل دي ڪالي،
من عرف ربي، رب آپ الايا، خيال خدائي والي.

ح- حق نال هميشه هووين، ٻي سڀ وهم وسارين،
طالب وچ طلب تن ڏيوين، نيڻ وهائين نارين،
ترڪ ڪرين تدبيران ڪون، تون مئين دي وچ مئين وت مارين،
بنا حرف هڪي حق ٻاجهون، ٻي سڀ ورق وسارين.

خ- خالق دا خيال جنهان ڪون، سي نيهي ڦرن نماڻي،
جي موتو اتي ڪر جيون، ساڌو سي سياڻي،
ظاهر زور ضعيف ڏکيجن، ڪامل وتن ڪوماڻي،
وچ خيال خدائي دي خود، ڄاڻن والا ڄاڻي.

ذ- ذڪر وچ رهندي عاشق، هردم مست مدامي،
دنيا نہ عقبيٰ والي طالب، ڇوڙن طلب تمامي،
عشرت عيش عشاق نہ ستن، او حرفت ڄاڻ جهاني،
”خدا بخش“ پيتوسي پيالا، دستئون شاھ شهاني.

غ- غرور نہ ڪردي عاشق، ديد جنهاندي دم وچ،
والي نال وصال جنهان دا، قلب تنهان دي ڪم وچ،
مسجد منهن نہ ڪرن ڪڏاهان، يار مليا هي يم وچ،
”خدا بخش“ مور نہ مري سو جنهن جام پيتاهي جم وچ.

ف- فرداتي ڪم نہ رکين، هو دم دم دلبر نال ميان،
جو دم ٿيوي، دم ڪهيي، تنهن دم ڪيهي ڳالھ ميان،
جنهن دل درد نهين دلبردا، سونا مرد نهين ڪا زال ميان،
ويکي، سمجهي، سُڻي، الاوي، چلد چولي چال ميان،
”خدا بخش“ مليو سي نوشہ، هر ويلي هر حال ميان.

ق- قلب مومن دا، جنھن ڪون آکن عرش الاھي،
عرش سيئي ھن فرس جتاھين، برھہ سندي بادشاھي،
سچي سڪ والي وچ ملدي، ڪوڙئين ڪل نہ ڪائي،
"خدابخش" ملين دم دم وچ، ھي جڳ فنا فناھي.

ڪ- ڪيوين آپھريا جاني، اي چاما جسماني،
ھي بي مثل بي صورت، لامورت، لاثاني،
اربع عناصر دي وچ ڪيوين، سر آيا سبحاني،
نئنان وچ نگاھہ ڪريندا، نور اھو نوراني،
"خدا بخش" سجاتا دل وچ، دلبر دل دا جاني.

ل- لڳا رنگ عين حسن ڪون، ديک تئي مخمور ڪيوين،
شعلي شوق والي چِڪ چاڙھيا، سولي تي منصور ڪيوين،
ديکو باھہ برھہ دي ڪيتا، ڪر بل وچ ڪلور ڪيوين،
پرديسي پرويز ڪرايس، شيرين تي شاپور ڪيوين،
"خدابخش"ڏيوين، سر تيوين، محبت وچ منظور ڪيوين.

# نظر علي فقير

خدا بخش فقير جو ٻيو نمبر پٽ نظر علي فقير بہ چڱو شاعر هو. جنهن جون بہ ڪافيون هتي پيش ڪجن ٿيون:

## ڪافي روپ پرياتي

جن لاءِ تي جاڳان، اهي شال ايندا،
مبارڪ مڙيئي، ڏسڻ ساڻ ڏيندا.

جن لاءِ جيءَ ۾ تي جايون سنواريان،
اڱڻ کي اڪين سان تي هر هر ٻهاريان،
ڏسي حال منهنجو اهي نال نيندا.

اَتم جي اميدان پڄائيندو پرور
ڪندو ماڙ مرسل سچو سيد سرور
ڪري ٻاجھ ٻانهي سنياري سڏيندا.

وڏا وير وحدت جا وارث وسيلا،
مٿي مهر مولا رضا ۾ رسيلا،
وڏي قرب ڪامل چنيون نا چڏيندا.

"نظر علي" نهايت سندو ناز نيڻن،
هجن جي هميشہ سدا ساز سيڻن،
ڏني دل کي جاني اچڻ سان اڏيندا.

## ڪافي

ويس وٽا ڪي آيا، جوڳي بڻ ۾ جوڳي،
روانہ ڇاٽي ڪوئي، جوڳي ھي ڪي يوڳي.

مُرلي وڄا مست ڪيس، موھل يس مئن نون،
ڳالھ سٽايس ڳجھڙي، ڪر سٽايان ڪنھن نون،
قرب سڄاتس اپڻا، ڦردي وتيس پي ڦوڳي.

چيران ٻنڌ تي ڪلنگي، ڀڳوي ڪر ڪي آيا،
بين بڄا ڪي بيشڪ، پيچ پرت جنھن پايا،
ساھہ سري سرصدقي، مئن تہ اصل ھس روڳي.

چاڪ ٻياڻان دل ڪون، چاڪ ڪيتاوي سيالين،
نڌر نوازين آڪي، مگر اندر ديان ڳالھين،
دم اجائي گذري، ملڻ بنا ھس موڳي.

مئن تہ ”نظر علي“ تيان ملڪ ماھي دي ساري،
نيھن ننڍاڪو لڳڙا، برھہ جھين دا باري،
مئن تان مول نياپون، ٻن کھ ڪيڙا روڳي.

# فقير در محمد

فقير در محمد مسڪين ولد خداداد ولد خدا بخش فقير ولد روحل فقير بہ چڱو شاعر هو هن جون ڪي ڪافيون هيٺ ڏجن ٿيون جن مان پھرين ڪافي هن پنھنجي مرشد جي شان ۾ چئي آهي.

## ڪافي روپ شان

ڪنڌڙيءَ جا پير پرور سير وهي ٿي تنھنجي سَرا

اچن سوالي وڃن نہ خالي، روحل تنھنجي درا
توڙيا جھون ٻيو ناهہ وسيلو وڃان تہ ڪينءَ ٻي درا
ڏجانءِ مون کي ڏاڻ خوشيءَ مون، دهلو وير تون ورا
"در محمد" مسڪين چوي. تون نظر پنھنجي ڌرا

## ڪافي روپ تلنگ

پھري پـوش آدم جـو آئين،
تنھنجي حسن ڪيو حيران،
وو ماهي يارا

عرب عجم سڀ، حڪم تنھنجي ۾ توڙي زمين آسمان.
چقمق چشمان چست چلايو تنھنجي نيڻن جا پيڪان.
يڪدم زير زنار جي آندو انوميان، زاهد شيخ صنعان.
"در محمد" جي درد جو دلبر، دلئون ڪيو ڪو درمان.

## ڪافي روپ ڪلياڻ

رُلــي نــون رمــز رانول دي،
ازل دي هي نہ اڄڪلھ دي.

ڏيوان ڪنهن ڪون درد دانهين،
وڃان کھڙي طرف ڪاهين،
توڙي پڙڪن برھ باهين،
وائي ول وات نا وَلَدي.

برھ بر سر تي باراني،
لڳي هينئڙي سو حيراني،
نہ تيوي پريت پراني،
دُکي پئي پيڙ پلپل دي.

ڪانگل ڳل پاڳڇي ڳاري،
ڪرين سجدا تي سو واري،
خبر لھ يار هڪ واري،
برھ شمشير گھايل دي.

هي ابرو پاڪ پيشاني،
مثال سيف ايراني،
ڪرين جنهن دم حڪمراني،
آئي تقدير نا تلدي.

چايس جب نيڻ خُماري،
چتي پئي ڪام بيڪاري،
دو گيسو بات بس ياري،
نهين آسان سلسل دي.

سگھي دلبر درد دانهين،
تون "درمحمد" ديان دل لائين،
شراب شوق پلوائين،
تيوي حل ڪل مشڪل دي.

## ڪافي

ڏاڍيان برهين باهيان ٻاليان، رمزين واليان،
مئن تان شرم حيا ڪنون ڳيان وي.

ديد ماهي دي شهيد جو ڪيتا،
دو رؤن دو ناليان، رمزين واليان،
مئن تاب تان حسن دي تيان وي.

چاڪ ساڏي دل چاڪ جو ڪيتي،
چشمان ديان رڪ چاليان، رمزين واليان،
ڏاڍي ناز نيڻان دي نيان وي.

لاڪون روز ازل دي سئيان،
نال ماهي دي ميڏيان ڳالهيان، رمزين واليان،
مئن تان پرت پڏر وچ پئيان وي.

"در محمد" آکي نال دلبر دي،
پرت ڳالهيان سڀ پاليان رمزين واليان،
مئن تان ملڪ ماهي دي ٿيان وي.

# فقير محمد حسن

فقير محمد حسن ولد روحل فقير ثاني ولد شاهو فقير ولد روحل فقير بہ پنهنجي ليکي چڱو شاعر هو نموني طور سندس ڪلام هت ڏجي ٿو:

## ڪافي روپ بروو

دلدار ڏي دلاسو دلبر آهيان ديواني.

چڙهيو شوق وچون شڪاري،
ماريوني ڪان ڪاري،
دلڙي ڦتييءَ ويچاري،
هي هي تي هان حيراني.

نيڻان دي وچ فوج چٽڪي،
مزگان دي ويک ڪٽڪي،
هٽڪي نہ مول هٽڪي،
اِها رضا تہ رباني.

رو رو پچان مئين راهان،
نت نت ڪران نگاهان،
ٻالييءَ برهہ ديان باهان،
جي جل رهيا وي جاني.

"محمد حسن" مدامي،
در تيڏي دا سلامي،
دعوا رکي غلامي،
ڪر محب مهرباني.

دريا خان جو همعصر ۽ معتقد

# صوفي جلال فقير

ولادت: 1806ع ـ وفات: 1921ع

صوفي جلال فقير ٽالپور 1220 ڌاري پنهنجي اَباڻي ڳوٺ ٽالپور وڏا تعلقي ڪوٽ ڏجي ضلع خيرپورميرس ۾ پيدا ٿيو ۽ 1329ع ۾ وفات ڪيائين، سندس ڄمار هڪ سو ورهين کان مٿي هئي. پاڻ ڪنڊڙيءَ وارن فقيرن مان دريا خان فقير جو صحبتي ۽ معتقد هو. ڪنڊڙيءَ وارا فقير ولايت جا مالڪ هئا ۽ انهن جي صحبتن جو جلال فقير تي گهڻو اثر هو تئن جلال فقير بہ ولايت ڏٺي تي گذريو آهي. ڪنڊڙيءَ وارن درويشن جا ٿر ۽ راجپوتانا ۾ مارڙيچا هندو توڙي مسلمان مريد هئا اهڙيءَ طرح جلال فقير جا پڻ انهيءَ پاسي گهڻا ماڻهو عقيدتمند ٿي ويا. فقير پنهنجي سر انهن علائقن ٿر راجپوتانا (جوڌپور جيسلمير) ۽ گرنار جو پيرين پيادو سير سفر ڪيو هو. هي تنهن زماني جي ڳالھہ آهي جڏهن سنڌ ۾ اجا ريل گاڏي شروع ڪانہ ٿي هئي.

فقير صاحب ڪشف ڪرامت جو صاحب هو. ڪيترن موقعن تي جدا جدا ڳوٺن ۾ هن جا اهڙا ڪيئي ڪرشما ڏسي هزارين ماڻهو سندس مريد اچي ٿيندا هئا، سنڌ ۾ ڪپري، ڪانڙي، جهوني ميرپور هٿونگي ۽ ٻين هنڌن تي هندن جا لکي ڏنل ٻنڌياڻ فقير صاحب وٽ موجود هئا، ٻي پاسي جوڌپور ۽ جيسلمير حي راجائن جا پروانا پڻ سندن مهرن سان چمڙي جي ٽڪرن تي چنبڙايل ڪاغذن ۽ گرمکي، شاستري اکرن ۾ فقير صاحب جي پوين وٽ اجا تائين موجود آهن. جيسلمير جي راجا طرفان فقير صاحب کي هڪ باغ بہ بخشش طور مليو هو. جنهن تي

پاڻ جلال باغ نالو رکيو هيائون اهو باغ اڄ بہ ويران حالت ۾ اُتي موجود آهي.

جلال فقير وڏي ڇمار هوندي بہ ڪڏهن ڪنهن وهٽ تي سواري نہ ڪندو هو هميشه پنڌ ئي پنڌ هلندو تي رهيو نہ ڪنهن ساهہ واري تڪليف پهچايائين نہ وري ڪنهن ماڻهو کي ڪا تڪليف ڏنائين. لالچ کان پري هو سندس مريد ڪجهہ آڻيندا هئا تہ انهن جي سخت ستوهہ تي لاچار ڪا شيءِ قبول تي ڪيائين نہ تہ وجي ٿيو خير. ڪڏهن بہ پيري مريدي وارو ڌنڌو اختيار ڪري سير سفر تي ڪونہ اُسهيو. سدائين رب تي توڪل هوندي هئس.

فقير صاحب سنڌي سرائڪي ۽ هنديءَ ۾ شعر چيو آهي جنهن ۾ تصوف جي فلسفي جي حقيقت جا آثار ۽ اهڃاڻ نروار ٿيل آهن. هنديءَ ۾ چيل سندس واٽيون ۽ ساکيون هندستان جي راجستاني علائقي اندر خاص ڪري مارواڙ ۾ ڏاڍي چاهہ سان ڳايون وڃن ٿيون. پاڻ پنهنجي جيئري ئي مقبرو تيار ڪرايائون ۽ ٿورن ڏينهن کان پوءِ پساهہ پورا ڪري وڃي اُتي آرامي ٿيا.

مرڻا اڳي جي مئا، مري ٿيا نہ مات.

## سنڌي بيت

سورھن ڇٽيون مون ڏٺيون، آھن لال رتيون،
ھر ڪنھن ڪان ھيڪليون، ورھائي ورتيون،
ڪنين سان رُٺيون تہ ڪنين سان پرتيون،
اچي ھوڏيون پاڻ تہ، ھنيائون شرطون،
وڏي ڪير "جلال" چوي، ساھيڙيون سرتيون.

خالق روح خلقيا، منھنجي مرضي ساڻ،
الست بربڪم اھوئي آھي اھجاڻ،
قالو بلا روحن چيو ٻڌائي تو پاڻ،
انھيءَ ھنڌ "جلال" چوي، منھنجا ھئا مھمان.

مون ڪان اڳي مان چوان، جمي نڪا جائي،
نوري ھيڙس ڪپڙا، حضوري مائي،
اھا منھنجي ٻانھي ھئي، در مئي دائي،
انھي. ڳالھ جي"جلال" چوي، ڪل ڏيو ڪائي.

"جلال" جوڳي سي چئجن، جي جھد ڪري جاڳن،
راتيون ڏينھان رب جي، آھہ تات تنين جي تن،
اندر جن جو اُجرو اھي مير نہ رکن مَن،
اھي تارن ترنِ، جن کي سيٽھ آھي سچ جي.

## ھندي واٽي (ٻاٽي)

ڏنيا ســوتي ڪــري بگوتي، ريــڻ ســاري،
مئين جاڳي ري، ايسي لگن منا لاڳي ري.
ستگر ڏيني، مئين گرھہ ليني، چيز امولڪ ساڳي ري.
سمرڻ ساريا، جنم سڌاريا، الک لگايو ٻاڳي ري.
دريا خان اولي، اي جس ٻولي، ڏاس "جلال"جس لاڳي ري.

## واٽي

اوڙو سنتان ري آسي ري.
ڏولر ڪاجا سي، ڦير نہ آسي، لگني راکو پياسي ري.

ڪاگ اڏاوتي، سگن ہولاوتي، پيا ملن ڪڏ آسي ري.

سيج پر سوتي، نندران ۾ روتي، ہيا ڪڏ آن جڳاسي ري.

”جلال“پاوي اي جس ڳاوي، چرن ڪنول ڪي داسي ري.

## واٽي

گونگي گايا، مڙهي ارتايا، ہوڙي هئي نج ہاٽي،
پٽيا بيد ڪو پاپي باچي، انتر پيد نرواٽي.

سو ڪي ۾ ايڪ ڊوبتا ڏيکليا، ڏوب مري بن پاٽي،
ست ڪا پيڙا پار اُتاري، سمجھي ڪو سنياٽي.

تين لوڪ ڪا ايننڙ ڪيا، جل ۾ جوت جگاٽي،
اسنگ جگان راتپسي تاپي، مڇلي ۾ سماٽي.

گولي پوڍي کات هنبولي، چنور ڍولي پٽ راٽي،
چاڪر چڪوي راج ڪرنت هي راجا هي اگواٽي.

امر ڏيس ڪي امر بادشاهي، ڪسي هريجن ماٽي،
وائي ڏيس مئين ”جلال“مليو هي، امر پرس پرواٽي.

# سرائڪي ڪلام

## دل

خلق ملڪ جھان نــــ اَھــا، دل اڳـــي دي جائي،
قالو بلئ جڏان قول ڪيتا، مئين دل فقيري پائي.

مرڻ جيوڻ دا ڏر نھين ڪوئي، دل اِتاھين آئي،
پير فقير اولياء الھ دي، پيڇي وري دل لائي.
ڪنھن ڪنھن دل ڳول لڌي، ھي ڪنھن ڪنھن دل وڃائي،
ڪنھن ڪنھن دي دل ننڊ پئي، ھي ڪنھن ڪنھن دل جڳائي.
ڪنھن ڪنھن دي دل رتي پئي ھي، ڪنھن ڪنھن دل پرچائي،
ڪنھن ڪنھن دي دل مئي پئي ھئي، ڪنھن ڪنھن دل جيوائي.
نماز روزا سيوئي دل دا، دل دي ڪري ڪمائي،
ذڪر فڪر ھي سيوئي دل دا، دل دي جھد جفائي.
دل بناڪو داد نہ ٿيئي، دل بنا ھي عمر اَجائي،
دل ڪون چوڙ تہ بي دل ويندا، دل بنا ھي جاءِ نہ ڪائي.
سوا لک نبيان دا، آھا چلدا تخت ھوائي،
سجدي دا احوال ٿيا، سڀ ڪيتس ملڪ توائي.
بھشت ڪنون ڪڍ آدم ستيس، داٽي دي رک دغائي،
مڪا مدينا دل ڪون نيڙي، حج قبول سدائي.
حال دليندا دل ڪون آکون، ڪون ويندا دل چائي،
دل دا دلبر دل دي نيتي، ڪنھن نادل ولائي.
خير ثواب سيوئي دل دا، چٽي ڏوھہ گناھي،
محبوب دليندا دل ڪون مليا، دل دي نال سچائي،
صوفي صاف "جلال" دليندا، رب سھاڳڻ سائي.

نوٽ: صوفي جلال فقير جي ڪلام ۽ سوانح موڪلڻ لاءِ مرتب سندس پڙ پوٽي مير مظفر ٽالپور جو ٿورائتو آھي. خانداني شجرو بہ ھن نوجوان ترتيب ڏئي اماٺيو ھو.

# ٽانورداس شڪارپوري

ڪنڊڙيءَ جي درگاهہ جو معتقد ۽ مريد جنهن جي هڪڙي ڪافي هت شامل ڪجي ٿي:

## ڪافي روپ سسئي

اوهين سوال ڪريو رب کي سرتيون،
هي نماڻي ملي وڃي پنهنجي ور کي.

پنڌ پٽڙ جو اديون، مون اختياريو
پوءِ پنهل جي پلا، ڪنديس ڪچاڙو
آءِ تي ظاهر چوان سڀ کي سرتيون،
پارت ڪريو ڪا پرور کي.

ڏکيءَ ڏونگر ڏورڻ آيو،
ڪاف ڪشالو مون سر تي سهايو،
آءِ تي دعا ڪريان آب کي سرتيون،
جنهن چائيندي لوڙهيو مون بشر کي.

سورن مون سان ڪئي پچاڻي،
راهہ روهہ ۾ پيدا نہ پاڻي،
ڪهڙو حال چوان حب کي سرتيون،
پنڌ رليس ڏاڪا تنهن ڏونگر کي.

قرب "ٽانور" سان ڪيو آرياڻي،
پنهل آيو پاڻ سجاڻي،
جنهن جو قدم لڳو لب کي سرتيون،
اهو عرض آهي صوفي سرور کي.

# دريا خان دولهہ

دريا خان نالي ٻہ صوفي شاعر ٿي گذريا آهن. هڪ دريا خان، ڪنڊڙي واري روحل فقير جو پٽ جنهن 1853ع ۾ وفات ڪئي. ٻيو دريا خان دولهہ جي لقب سان مشهور جيڪو 1891ع ڌاري فوت ٿيو. ڪنڊڙيءَ واري دريا خان سنڌي، هندي ۽ سرائڪيءَ ۾ ڪلام چيو آهي جن مان سنڌس ٻاٽيون، سي حرفيون بيت ۽ ڪافيون مشهور آهن دولهہ دريا خان فقط ڪافيءَ جو شاعر هو. پوئين دريا خان بابت چيو وڃي ٿو تہ هنگورجن وارن مخدومن جي خاندان مان هو جيڪي قريشي، عباسي آهن. هن جي پيءُ جو نالو محمدالياس هو. هي تعليم کان فارغ ٿي شڪارپور ۾ اچي انگريزن جي نوڪري ڪرڻ لڳو اوچتو فقيري رنگ چڙهيس جنهن ڪري نوڪري ڇڏي ڪو وقت قلندر جي درگاهہ تي گذاري وري سير سفر جي سانگي هلندو رهيو. پڇاڙيءَ نوشهري واري مخدوم عبدالحي وٽ وڃي سندس مريد ٿيو. ان کان پوءِ لاڙڪاڻي لڳ لالورانڪ ۾ پنهنجو اوتارو قائم ڪيائين. انهيءَ وچ ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جا ڪيترا هنڌ پيتيندو رهيو. آخر 5_ ذوالقعد 1309هہ مطابق 1891ع وفات ڪيائين.

دولهہ دريا خان حقيقت پسند ۽ منفرد ڪافي فو شاعر هو سندس ڪافين ۾ تصوف جو رنگ نظر اچي ٿو تہ حسن، عشق جو بيان پڻ آهي، جيڪو سندس ذاتي ذوق جي ترجماني ڪري ٿو. ان کانسواءِ هن جي ڪافين ۾ معاشي توڙي معاشرتي معاملن جو تذڪرو پڻ شامل آهي. انهن مان ڪي ڪافيون هتي ڏجن ٿيون:

❋

عشق عجب اسرار
جن لايو تن ڪان پڇجي.
نينهن اوهان جو ننڍڙو نياپو
ڪم نه اُڇهي ڪار
جيتر اوهان ڪي نه ڏسجي.

جيڪر هلجي يار پرين جي،
هلي پسجي هيڪار
اِتي چو وڃو لُڇجي.

منهن لڪائڻ ناهه مناسب،
سڄڻ ساڙ نه ڏيار
بيگناهه يلا چو رُسجي.

دل تي دريا خان جي،
برهه ڏاڍو آهي بار
تيلاهون نٿو ڪُڇجي.

❋

اَن آهي ايمان، پوءِ توبندو بُود اچي.

پيرن لئي پيدا ڪيا، سگدا سي سُبحان.
جوئر باجهر به نور پر ڪڻڪ مَٿ ڪان.
دل اسان جي دال سان، ڪُنن تون قربان.
سيڪنهن جي دل دريا خان حلوي ڪارڻ حيران.

❊

متئون آيا آهن مينهن مَلي،
هينئون درياهہ جي آب اُتل ڪئي.
کنڊ ڀڏندي خلق تڪي پئي،
ڪير پاڻيءَ جا زور جهَلي.
خاوند خلق کي خوش جو ڪيڙو
پوکون پڪيون، اَن جهَلي.
گاهہ چري تيا مال متارا،
ڏس ڀاڳين جا ڀاڻ ڀلي.
درد دريا خان سڀ دفع ٿيا،
وَٽ مقصد پنهنجا جهول جهلي.

❊

گهڙيءَ گهڙيءَ آءُ تيندس گهور،
ناتي لائڻ سان، نينهن نڀائڻ سان.
اکڙيون اڙائي وڌءِ ڦاسائي.
جهمڪڻ لائي جهور
چَشمن چائڻ سان وري واجهائڻ سان.
من اسان جو مست ڪيو آهہ،
تِلڻ تنهنجي تور
قدم اُٺائڻ سان، وکڙي وڌائڻ سان.
ٿورو ڪري اچ پير ڀري،
سائين! اور اچي ڪا ڳڌ اور
کلڻ ڳالهائڻ سان، ٻولن ٻڌائڻ سان.
دوست دريا خان جي دلڙي لٽي آهہ،
مرڪڻ تنهنجي مور
حڪم هلائڻ سان، ماري مچائڻ سان.

هن دريا خان جو ننڍو ڀاءُ نشان علي فقير به ڪافيءَ جو چڱو شاعر ٿي گذريو آهي. جنهن سندس تربيت ۾ فقيريءَ جي واٽ اختيار ڪئي ۽ سڄي ڄمار شادي کان پري رهيو. حياتيءَ جا ڏينهن دولهه دريا خان جي قائم ڪيل اوتاري ۾ پورا ڪري 27- رمضان 1302هه مطابق 1884ع هي جهان ڇڏيائين. هن جي به هڪڙي ڪافي پيش ڪجي ٿي:

❋

سگهڙو موٽج ميهارا! لهي وڃ سار سنيار
ماري آهيان مٺل! ديدن جي ديدار.
سانگو سر جو لاهي، پئي ڪنن منجهه ڪاهي.
دل کي ته دهيون ڪيو چولين جي چيچڪار
سگهڙو موٽج ميهارا!
ڪيڏو زال جگر، هلي سنياهي سر
چيس نينهن نِڪر پؤ ڇڏي پلڪار
سگهڙو موٽج ميهارا!
توسان دلڙي اڙي، جادو ڪيو جَڙي.
سورن سبق پڙهي، دؤر ڪيا دلدار
سگهڙو موٽج ميهارا!
تو سان نيهڙو لاتم. پيچ پرت جو پاتم.
اڳهين ائين نه ڄاتم. دلبر ٿيندس ڏار
سگهڙو موٽج ميهارا!
ڇو هي منجهه ڇڙي، پئي لهرين منجهه لڙهي.
اڇجاڻ ۽ سڏڙا سٽي، متان ڏئين پوءِ ميار
سگهڙو موٽج ميهارا!

سٺي تڙ تي تنوار ويس وهڻ جي وار
گهوري جند گهري پئي، ٻڏل ڪري ٻل ڪار
سگهڙو موٽج ميهارا!

جادو لڳڙس جائي، ويس وهڻ جي وائي،
آٽي عشق تپائي، ڪرڪن جي ڪيڪار
سگهڙو موٽج ميهارا!

نيڻ نشان سان لائي، دلبر دلڙي ڦاسائي،
وينين منهڙو لڪائي، پلپل ڪيان تي پڪار
سگهڙو موٽج ميهارا!

❊

ڪتاب۔ جوتيون جواهرن جون، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ص 87 کان 92.